# نـورجهان

مصنف

ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي
ايم - اي. پي. ايڇ. ڊي. (لنڊن)



ورسٽي سنڌي پبليڪيشنس
سنڌي شعبو، ڪراچي يونيورسٽي،
ڪراچي - ٣٢، سنڌ.

ورسٽي سنڌي پبليڪيشنس جي چوٿين پيشڪش

ڇاپو چوٿون تعداد هڪ هزار

جون ١٩٧٧ع

قيمت: ڏهه روپيا

سول ايجنٽ:-

١- **اديبات**، اسپتال روڊ، حيدرآباد.

٢- **مڪتبہ اسحاقيہ**، جهونا مارڪيٽ، ڪراچي.

هي ڪتاب محمد سليم ميمڻ، سيڪريٽري، ورسٽي سنڌي پبليڪيشن، سنڌي شعبو، ڪراچي يونيورسٽي پاران، ڪراچي پرنٽنگ پريس، الطاف حسين حالي روڊ، ڪراچي مان شايع ڪرائي پڌرو ڪيو.

## ڪجهه پنهنجي پاران...

ڪنهن ٻوليءَ جي عظمت جو اندازو ان جي شاهڪاري ادب مان لڳائي سگهجي ٿو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جون ادبي تصنيفون به سنڌي ادب جي انهن ادبي شاهڪارن مان آهن، جن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي اوچي ڳاٽ رکيو آهي. جيتوڻيڪ آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي جون تصنيفون ٿوريون آهن، پر اهي سنڌي ادب جي انهن بنيادي پٿرن مان آهن. جن تي هاڻي سنڌي ادب جو ڪاڪ محل اڏجي رهيو آهي.

نورجهان ڊاڪٽر صاحب جي اعليٰ ادبي ذوق جو هڪ ادنيٰ مثال آهي. سنڌس هي ناول فن ۽ فڪر جي لحاظ کان هر دور ۾ پسند ڪيو ويو آهي. هن ناول جي اشاعت کي اٽڪل اڌ صدي ٿيڻ تي آهي پر ان جي سرهاڻ ۾ ڪو به فرق نه آيو آهي، بلڪه ڏينهون ڏينهن سندس واس وڌي ٿو وڌندو.

نورجهان نه فقط فن ۽ فڪر جي خيال کان بلڪه ٻوليءَ جي لحاظ کان به پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

هن وقت تائين جيڪي به تاريخي ناول لکيا ويا آهن، تن مان ڪو به هن ناول سان برميچڻ جهڙو ڪونهي. بلڪه انهن جون

۾ وڏاءُ نه ڏيندو ته سنڌي تاريخي ناول نگاري جي حقيقي ابتدا نور جهان سان ٿي ٿئي ٿي.

ورسٽي سنڌي پبليڪيشنس جي عملي قيام کي سوا سال جو عرصو مس ٿيو آهي ۽ هي اسانجي ڇوٽين محنت اوهانجي هٿن ۾ آهي. ان کان اڳ اسان آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي جو شاه سائين جي ڪلام تي محققانه مقدمو ”مقدمه لطيفي“ اوهان تائين پهچايو هو. هن وقت ٻه اسانجا ٻه ڪتاب ڇاپي هيٺ آهن، جن ۾ ڊاڪٽر صاحب جي ٽين محققانه تصنيف ”روح رهاڻ“ ۽ محترم اياز حسين قادري جي افسانن جو مجموعو ”ٻلو دادا“ شامل آهن.

ورسٽي سنڌي پبليڪيشنس جي پروگرام ۾ نه فقط پراڻن ۽ ناياب ادبي نسخن کي ٻيهر شايع ڪرائڻ شامل آهي، بلڪ نوان تخليقي ڪتاب، مجموعا، ناول ۽ تنقيدي ڪتابن جي اشاعت پڻ اسانجي پروگرام جو اهم جز آهن.

ايندڙ ڪتابن ۾ نسيم کرل، علي بابا، ۽ امر جليل جهڙن مشهور افسانا نگارن جا نئين سر ترتيب ڏنل مجموعا اوهان تائين پهچائڻ ۾ اسان فخر محسوس ڪنداسون.

( محمد سليم ميمڻ )

سيڪريٽري،

ورسٽي سنڌي پبليڪيشنس.

# مهڙي

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنه ١٩١٥ع ۾ پڌرو ڪيو ويو هو. هن ٻئي ڇاپي ۾ جيتوڻيڪ ساڳيو مضمون قائم رکيو ويو آهي، تڏهن به عبارت ۾ گهڻي ڦير ڦار ڪئي وئي آهي. ان کي وڌيڪ سهڻو ۽ سليس بنايو ويو آهي.

جڏهن هي ڪتاب پهريائين ڇپجي پڌرو ٿيو هو، تڏهن ڪيترن صاحبن ائين سمجهيو هو ته منجهس نورجهان جو سچو تاريخي احوال ڏنو ويو آهي؛ پر ائين هرگز ناهي. البت بنياد تاريخ تي ٻڌل اٿس، ۽ اصل حوالا، جهڙوڪ تاريخ فرشته، منتخب التواريخ، اقبال نامه، تزڪ جهانگيري، ٽاڊ صاحب جو راجستان، ۽ سردار جوگيندر سنگهه وارو نورجهان نظم مان ڪڍيا ويا آهن؛ پر تڏهن به انهن مڙني ڪتابن مان ڪنهن هڪ جي به مضمون ۽ طرز جي پابندي نه ڪئي وئي آهي. پڙهندڙن جي رس ۽ مزي لاءِ، ڪيتريون ئي ڳالهيون مغز مان ڪڍي، پيش ڪيون ويون آهن. حقيقت ۾، هن ڪتاب کي هڪ تاريخي ناول يا فسانو ڪري سمجهڻ گهرجي، ۽ نه نورجهان ۽ جهانگير

جي سچي سوانح عمري.

سرشٽيءَ جي لوملڪ نظارن جا داستان، قدرتي ۽ انساني حسن جي جلوي جون حڪايتون، مجلس ۽ محفلن جي رونق جون روايتون، جي ڪتاب ۾ جابجا نظر اينديون، سي اڪثر من گھڙت آهن.

آءٌ پنهنجن محقق دوستن ڊاڪٽر عمرالدين دائود پوٽه ۽ پروفيسر شفيع محمد قريشيءَ جو نهايت شڪر گذار آهيان، جو هنن صاحبن مهرباني فرمائي هي پورو ڇاپو نظر مان ڪڍي، گھڻيئي لفظي ۽ اصطلاحي ڦير ڦارون ڪيون آهن ۽ پڻ ڇاپي جون غلطيون درست ڪيون آهن.

ڪراچي، ٢٥ مارچ ١٩٣٠ع. هوتچند مولچند گربخشاڻي.

# نورجهان

## (١)

بابر بادشاهه هندستان تي فقط چار سال حڪومت
ڪئي، پر انهيءَ ٿوري عرصي ۾ ئي هن رعيت جي
سُک لاءِ ڏاڍا بندوبست ڪيا. هنڌ هنڌ نهرون
کٽايائين، باغ پوکارايائين ۽ ماڻهن جي آمدرفت لاءِ
پڪا رستا ٺهرايائين. انهن رستن مان سڀ کان وڏو رستو
جو ٺهرايائين سو هو آگري کان وٺي ڪابل تائين. اهو
اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. رستي جو گهڻو حصو بلڪل
هيبتناڪ ويران ٽڪرن وچون آهي. ڪٿي ڪٿي
تہ وري سهڻيون ماٿريون آهن، جي انار ۽ انگور سان
ڀريون ٻهڪن، ۽ سهڻن نازڪ اکروٽ جي وڻن سان
ڇانيل آهن. پر گهڻو ڪري سڄو رستو ائين پيو ڏسجي
جڻ ڪنهن قتل ماڙيءَ جا ڏاڪا: ڪي ٿل لـ
ڪي سال. هن پهاڪ ۽ اڻاهين ٽڪرين مان، سترهين
عيسوي صديءَ جي اوائل ۾، نو بهار جي ڏينهن ۾،
هڪ مرد ۽ زال پنهنجو ساٿ ڪنيو، آهستي آهستي
چڙهندا پئي ويا. مرد جي منهن مان نهايت اداسائي

معلوم ٿي ٿئي. اڪي قد ۾ ڊگهو هو، اڪا شڪل
اهڙي موچاري هئس، مگر شان ۽ شائستگيءَ جا آهياڻ
مدهوش مٿو هئا. ڪپڙا ليڙون ليڙ ٿي ويا هئس،
پر لڏهن ۾ سندس ڪشادي پيشانيءَ جنهن تي
پريشانيءَ جا گهنج پيل هئا، سندس سفيد چمڙيءَ جا
سج جي گرميءَ سبب البت اُپانهي ويئي هئي، ۽
سندس ڊگهن زلفن جي ڪلهن تي پئي لٽڪيس،
تن مڙني انهن پئي لڳايو ته ڪو وڏو خاندان
آهي. عورت جا ساڻس هئي، سا سندس زال هئي.
قد ۾ ڊگهي، اکيون نرگس جهڙيون نشيدار، چهرو چنڊ
جهڙو جنهنجو اصلوڪو گلابي رنگ گهٽجي ۽ فڪر کان
ڪومانجي ويل ٿي ڏٺو، نڪ عقاب جي چهنب جيان
ڊگهو ۽ سنهو: مطلب ته سمورو بدن لهاءُ ٻولانئو
۽ رونق دار هوس. گهوڙي تي سوار ٿيل هئي. مسافريءَ
جي ٿڪ سببان بلڪل بيحال هئي، پر صبر ۽ شڪر
پئي ڪيائين. ايتري ڳالهه چولي ته سگهي ۽ مڙس کي
چيائين ته "مولا ڪان هيٺيون وڃڻ ڪجهه ڪثو ٿئي ۽ گهوڙي
تي سواري ڪرڻ کان بيزار آهيان." مڙس چيس ته
"پياري! همت جهل. اڄ پوهان ماٿر پيئي ڏسجي،
جتي ميويءَ ۽ انگور جا منهن بيٺا آهن ۽ نهر به

پيٺي وئي. وڇوڙي ڇڪ ۾ سرور کو ڳوڙهو هوندو،
جتي رڙهي هلي کڻندا مهمان تي لهنداسين. دل
نه لوڙهه ۽ ٽٽي اسانکي ڪين ڇڏيندو." هو زال
نهايت ڏک ڀريل آواز سان چوڻ لڳي "مون منهنجي
حالت وڃي جيتري سگهه به نه رهي آهي. بيمار، جنهن
جي ڏيڍ سال هي سڀ ڏک ڏاکڙا ۽ گهٽيون پئي
سٺيون آهن، تنهن ۾ به هيتري ڪا طاقت ڪانهي جو
منهنجو درد دفع ڪري سگهي. هاڻي مون تي
هڪڙي مهرباني ڪر: مونکي هت ڇڏي، تون
ڪاهي ماٺ ڏي ۽ وڃي ڪو ٻلو پيٽي ڪر. جي
اڄ رات تي موٽي سگهين ته تمام چڱو، نه ته سڀاڻي
ورچ. اوسيتائين جي آءٌ جيئري رهيس ته واهه، نه
ته اڄ نه اڳو پوءِ موڪلائي ڇڏيون."
ڪجهه مدت کان ويهه جا سور پئي ٿيس، پر انهن
تي غالب رهندي پئي آئي ته متان مڙس کي
ڪنهن قسم جو فڪر ٿئي. هو حالت جو هن کان
اڳو پوءِ جي موڪلاڻي ڪري تي ڇڏيائين، تنهن ڳالهه
جي خيال تي باقي رهيل همت هاري وڌيس ۽ غشيءَ
۾ اچي هن جي پاٿن تي ڪري پئي. مڙس، جنهن
جو نالو غياث بيگ هو، سو اڳهين تي سورن جو ستايل هو ۽

ويتر زال کي هن حالت ۾ ڏسي اچي روئڻ ۾ ڇٽڪيو.
پر دل ڏاڍي ڪري، ڪيس پاڪر ۾ ڪڍي، اچي
هڪ وڻ جي ڇانــو هيٺ نرم گاهه تي سمهاريائينس
۽ چوڻ لڳو تــه ”بس، هاڻ هن جهان ۾ جيئڻ جو
ڪهڙو ســود؟ منهنجي پياري زال، جنهن پنهنجي
محبت سان منهنجي حياتي روشن ٿي ڪئي، جنهن
درد ۽ غم جي اونداهيءَ ۾ مونلاءِ سوجهرو ٿي ڪيو،
۽ جنهن پنهنجيءَ پاڪ دامنيءَ ۽ نيڪ اخلاق جي
سڳنڌ سان پنهنجي مولي کي واسيو، سا جڏهن رضا ڪرڻ
تي آهي تــڏهن منهنجو جيئڻ اجايو آهي.“ انهن
چئي، نزديڪ ۾ جو هڪ ننڍو چشمو هو، تنهن
ڏي ڊوڙيو ۽ اتان پڪ پاڻيءَ جو ڪڍي، اچي زال
جي منهن تي ڇٽڪاءُ، ۽ سندس اسائل ڇپن کي
آلو ڪيائين. پوءِ پيرن تي ٿڌڙا ڪري، [illegible] نرم
۽ پيار ڀرئيل آواز ۾ ليلڙائيون ڪري چوڻ لڳس:
”پياري! مولي انهن نه ڇڏي وڃجانءِ. تو کا اسواءِ
حياتي زهر آهي، خاص ڪري هن سختيءَ جي وقت ۾.“
ڪجهه وقت تائين پئي آريون ليلايون ڪيائينس، پر ڪٿو
ڪي نه ڪين. ڪراڙيون پائي، اهايت قرب سان وري
وري پئي چيائينس ته ”پياري! ڪجهه ڳالهاءِ ته سهي.“

اهڙي اکين هولڊ پٽون کي نه پڇي پورا ڪري ويهي ها. ڪجهه مدت ٿام ته ڀيڻ جي وري هوش ۾ اچڻ جي ڪابه اميد ڪانه ٿي ڏني. پر آخر اک اکيون کوليائين. غياث بيگ جو منهن ڏي نڙي ٿيو ۽ چيائين ته ”اي منهنجي جان جي جان ۽ روح جي راحت! هاڻ ڪيئن ٿي ڀانئين؟“ ڀيڻ ڪنڌ مٿي ڪري، مشڪي جواب ڏنس ته ”هاڻ البت سگهر آهيان.“ پر هنجو ائين چوڻ ۽ سُورن جو وري جاڳڻ. ڪلاڪ ڏيڍ ته اهڙا سور ٿيس جو ڪُرڪڻ ۽ ڪنجهڻ بنان ٻي وائي نه وارايائين. غياث بيگ آسرا ۽ اميدون لاهي ڦٽا ڪيا. ڏٺيءِ کي ٻاڏائڻ آخرين حيلو سمجهي، گوڏن ڀر ڪري سجده ڪيائين ۽ واحد کي وينتي ڪري چيائين ته ”سڀاجها سائين! اسان مسڪينن تي رحم ڪر: هن اپاڳڻ جا بند خلاص ڪر ۽ درد کان ڇڏائينس.“ دعا پڙهندي پاڻ نه غشيءَ ۾ اچي ويو. وري جڏهن سامت ۾ آيو ته ڇا ڏسي ته ڀيڻ جا سُور بند ٿي ويا آهن ۽ سندس گود ۾ هڪ ننڍو ڇاول ٻار پيو آهي. ڀانئون ٿا ته اهو ٻار ڪير هو؟ اها هئي مشهور نورجهان، جا ڄائي اهڙي سختي ۽ ڀيلاڪ ٻيابان ۾. غياث بيگ ڏسو ته خوشيءَ ۾ نه

ٻيو ماڻهو ۽ مستان وانگي پيو لڳي. هوڏانهن جو چشمو
هو، تنهن ڏي ٻه ڙي زال واسطي ھاڻي آڻڻ لاءِ
سنبريو، پر سڀ الهڻ لاءِ هو، تنهنڪري وچ جي ۾
ڪيائين. ڏاڍي انتظار ۾ هو ته زال کي ڪيئن ٻچائان.
زال ٻاڪر ۾ ڪٽي، ڪري ٻيڙي تي چاڙهيائينس.
هڪڙي هٿ ۾ ڪنيائين پاڙ، ۽ ٻئي هٿ سان زال
کي جهلو ڏيندو، اڳتي وڌيو. ٿوري ئي عرصي ۾
زالس ٻيڙي تان ڪري پيئي، ڇاڪاڻ ته منجهس
ايتري سگهه نه هئي جو اهڙي آڌار سان سواري
ڪري سگهي. غياث بيگ خيال ۾ پئجي ويو ته
هاڻ ڇا ڪريان: جي پار جي ٿو ڪريان ته زال ٿي
وڃي، ۽ جي زال جي ٿو ڪريان ته پار ٿو سهسائيون
پوي. نيٺ دل ۾ اهو ٺهراءُ ڪيائين ته پار کي ڪٽي
تو الله جي آسري ائين ڪٽو ڪريان. لاچار کي
ڪهڙو آچار. پوءِ پنهنجو ڪپڙو لاهي پار کي آن ۾
ويڙهي، ڪري هڪ وڻ هيٺان رکيائينس. پوءِ زال
کي ٻاڪر ۾ ڪٽي، ٻيڙي ان پاڙهي، وري پند پيو.
ويچاري ماءُ هيءَ رڪ ڏسي ماندي ٿي ويئي.
مڙس کان پڇيائين ته ”منهنجو ٻار ڪٿي؟“ غياث بيگ
جنهنجي اندر ۾ ووڙڪ جا ويڙ اڳيئي پئي پيا، تنهن

هن جو سوال ٻڌائي چيو ته ”پياري! تون ٻي مزي آهين، هل ته اکڙا هلون.“ ٻئي ڀيري چيس ته ”اول ٻڌائيندم ته ٻار کي ڪيڏانهن ڇڏي ڪري آئين؟“ جواب مليس ته ”ٻار سلامت آهي، تون ڀاڳڪي پريشان نه ڪر.“ پر پوءِ زار زار روئڻ لڳي. غياث بيگ جي دل پڇي پيئي، ۽ پنهنجي ڪئي کان پشيمان ٿيو. زال کي چيائين ته ”مولکي معاف ڪج، اُنهنجي ٻچڙا لاءِ ٻار کي ڪٺي ڇڏي ڪيم؛ وري وڃي ٿو اچانس. پوءِ جيڪڏهن چت ٿي وياسين، ته مڙيئي گڏ.“ اٿين چوانديئي، ساڳيا پير وڃي پٽ تي موٽيو؛ ۽ ٻار کي هنج ۾ کڻي، ڪري جائيءِ سان لائي ٺيڪس. ماءُ ٻار کي ڏسي ٽڙي بهار ٿي پيئي. في الحال سڀ گوندر غم وسري ويس. ٻار کي کڻي ڪرڏائڻ لڳي. غياث بيگ هي حال ڏسي چيو ته ”جيڪر ڪو کهاڻو هٿ لڳي ته زال ۽ نيائيءَ کي ڇاڙهي وڃي ڪنهن ويجهي مسافرخاني ۾ آسايش ڪجي.“ هن اجا اٿين چيوئي ڪين ته پنهان هڪڙي ماڻهوءَ جي آواز جو ڪن تي پڙلاءُ پيس، جنهن چيس ته ”دل نه لوڙهه. جنهن خـــدا هيءَ معصوم خلقيو آهي، سو سندس سلامتيءَ جو به ضرور ڪو بندوبست ڪندو.“

غياث بيگ وائڙو ٿي ويو. ڀانيائين ته ڪو فرشتو
سندس سخت حال تي رحم آڻي، آسمان مان لهي
آيو آهي. منهن وراڻي ڏسي ته هڪڙو ماڻهو اٺ
تي چڙهيو پيو اچي. شڪل شاندار هيس ۽ بلڪل
نداور هو. ڏاڙهيءَ جو رنگ سفيد هوس ۽ بدن تي
هڪ ڊگهو سائي رنگ جو پهراڻ پيل هوس. غياث بيگ ڀانيو
پاڻون ته شايد خواجه خضر خدا تعاليٰ وٽان سندس
مدد لاءِ آيو آهي. واڪو ڪري چيائينس ته ”مهربان
سائين! خبر نٿي پوي ته توهين آهيو ڪير، مگر توهين
جو هن وقت اچي هت حاضر ٿيا آهيو، سا ڳالهه
مون کي اميدن سان پُر ٿي ڪري. پڪ اٿم ته
اسانجي واهر ڪري، اسانکي هن اهڙي پريشانيءَ جي
حالت کان بچائيندا.“ مسافر اٺ تان لهي پيو ۽ چياءِ
ته ”منهنجو نالو ملڪ مسعود آهي. آءٌ هڪڙي
قافلي جو اڳواڻ آهيان. اهو قافلو هن طرف پيو اچي
آءٌ سڀني کان اڳيرو نڪري آيس ۽ هن رستي تي
هڪ وڻ هيٺ ويهي آسايش ڪيم. اوچتو ٻچن جي
زال جون فريادون ڪن پيم. اُٿي منهنجو ڌيان توهان
ڏي ڇڪايو. مون توهان جي سختيءَ جو سربستو احوال
ويٺي ڏٺو. آءٌ هوند هڪدم توهانکي مدد ڏيڻ لاءِ

اچان ها، پر الديشو ٿيم ته متان اهڙي نازڪ وقت ۾
منهنجو اوچتو اچڻ توهانکي ناشايستو يا نامناسب ڏسڻ
۾ اچي ۽ انهيءَ ڪري لاچار لڪيسي پيس. آءٌ نهوڪ
مان البت چاڻان. جڏهن توهانجي لپاڻي چاڻي، تڏهن
مون سنڌس ويلا ورلي. هوڙين حالتن ۽ هوڙن بيابانن
۾ هنجو جمڻ مونکي هڪ بلڪل عجيب واقع ڏسڻ
۾ آيو، سو آءٌ يڪدم سنڌس تقوير ناهڻ ۾ مشغول
ٿي ويس. انهيءَ ڪم ۾ اهڙو ته محو ٿي ويس جو
مونکي توهانجي بلڪل يادگيري نهي ويئي، ۽ سماءُ ٿي
ڪونه پيم ته ڪو توهين آنان آتي پيدل پيا آهيو.
شايد آءٌ اجا به انهيءَ جاءِ ٿي ٿي ويٺو هجان ها، پر
منهنجا ماڻهو اچي متان سهڙيا. هاڻي، منهنجا دوست!
تون ڪنهن به قسم جو خيال نه ڪر. آءٌ توهانجي
آرام ۽ آسايش جو اجهو تو خاطر خواه بندوبست
ڪريان. اونده ٿيندي ٿي وڃي ۽ چڱو اٿمن آهي
نه تڪڙا هلون. آءٌ پنهنجي اسب نان پاکڙو لاهي،
متس ڪجاڻو رکي، توکي ۽ تنهنجي زال کي چڙهيءَ
لاء ٿو ڏيان ۽ پر سواريءَ مهل هنن ايمن تڪرين جو
ڏيان ڪجو، متان ساڻن لڳي ڪري لــ پئو."
غياث پمک گوڏن پر ڪري، خدا جا شڪرانا ڪماع

۽ اُن لاءِ کھانو رکي زال ۽ ڌيءُ کي هڪ خاني
۾ وهاري، پاڻ ٻئي ۾ چڙهي، وري ملڪ مسعود
جي شڪرگذاري ڪرڻ لڳو. ملڪ مسعود چوڻ لڳس
ته "اوهان ايتري شڪرگذاري ڪري پاڻ مونکي شرمندو
ٿو ڪريو. آءٌ ته انسان فقط اهڙا ٻه ٿو ڀايان جي
جيڪو اوهان خود پيو، جي آءٌ ٿو جهڙي حالت ۾
اچي وڃان. آءٌ پاڻيان ٿو ته اوهان پنهنجا آهيو ۽ منهنجو
هم وطني." غياث بيگ جواب ڏنس ته "ها، آءٌ ايراني
آهيان." تنهن تي ملڪ مسعود چيو ته "ڏسڻ ۾ ته
خاندان ٿو اچو. ڪهڙي سبب ڪان هتي ٻر پٽن ۾
اڪيلي مسافري اختيار ڪئي اٿيئي؟" غياث بيگ
اکيون هيٺ ڪري جواب ڏنس ته "آءٌ اصل خاندان
آهيان. منهنجي حياتيءَ جي احوال مان جڏهن واقف
ٿيندو، تڏهن اميد اٿم ته هيڪاري وڌيڪ همدردي
ڪندو. مشهور خواجه محمد شريف، جو شاه محمد خان
تڪلو ايران جي بادشاه جو وڏو وزير هو، سو منهنجو
پيءُ هو. جڏهن شاه محمد خان تڪلوءَ وفات ڪئي
۽ سندس فرزند، شاه طهماسپ، ايران جو حاڪم ٿيو،
تڏهن ب منهنجو پيءُ وزير اعظم جي عهدي تي قائم
رهيو. پيءُ جي رضا ڪري وڃڻ کانپوءِ آءٌ وزير امور خارجه

جي عهدي تي مقرر ٿيس. ٻه منهنجي ڀاءُ جا گهڻا
دشمن هئا. مون ته گهڻو سک ڪونه ڏٺو. بادشاهه پڻ
گهڻو تيز ڪونه هو؛ بلڪل ڦلهڙو ۽ ليلهڙو هو. سڄوئي
درٻارين جي هٿ ۾ هو، جن ڪوڙن ۽ بيهودن
افواهن سان ڀٽي ڪن ڀريس. بادشاهه قوي دل ۽ دماغ
وارو هجي ها، ته جيڪر انهن درٻارين جي ڪوڙن
منصوبن کي ڀيو ڀڃان ها ۽ ٻه منجهس ڪا به حشمت
۽ همت نه هئي. انهيءَ ڪري بابي جا دشمن مون
کي آزارڻ لڳا. جڏهن ڏٺائون ته مونکي ڪو هاڃو
پهچائي نٿا سگهن. تڏهن منهنجي مارڻ جي سٽ
سٽيائون. مگر سندن منصوبو ظاهر ٿي پيو. ٻه بادشاهه
مٿن ڪارروائي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. آءٌ به اچي اهڙو
ملول ۽ عاجز ٿيس، جو ٻڪو ٻڌي ڀڄائم ته ايران لوڪ
ڪري، وڃي ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ وطن اختيار ڪريان.
ليڪ هڪ اونداهيءَ رات طهران مان نڪري پيس. ٻه چار
نوڪر به ساڻ ڪيم. ٻه بعد اصيبيءَ قدم قدم لي ڀٽي
سٽائم. اڃا ايران جي سرحد ٽي ڪين لنگهيو هوس ته
هڪ ڦڙائن قورن جي ٽوليءَ اچي ورايم؛ ۽ جيڪي به قيمتي
شيون، غلام وغيره ساڻ هئم، سي سڀ ڦري اٿي ويا.
باقي اچي بچياسين آءٌ ۽ منهنجي زال ڀيڻ ڏيڍو."

ملڪ مسعود پڇيو تہ، ”پلا هاڻي ڪيڏانهن رخ رکيو اٿيئي؟ هن ملڪ ۾ تنهنجو ڪو دوست يا ڏيڻي آهي؟“ غياث بيگ وراڻي ڏني تہ ”افسوس! اهڙو ڪوبہ ڪونهي. پر رخ تہ هندستان ڏي رکيو اٿم. بادشاهہ بہ سائين مثل آهن: ذري ذري پيا رنگ بدلائين. ڪٿي آهي جرائت مون مسڪين کي، جو اڪبر اعظم جي تخت کي اوڏو وڃي سگهان؟ پر تنهن هوندي بہ آرزو اٿم تہ وڃي حضور اعليٰ جي تسليم ڪريان. هڪ ڪري منهنجو متس حق بہ آهي. جڏهن همايون بادشاهہ، اڪبر جي پيءُ، شير شاهہ سوريءَ کان شڪست کاڌي هئي، تڏهن اچي طهران ۾ پناهہ ورتي هئائين. منهنجي پيءُ سندس بلڪل گهڻي خاطري ڪئي هئي؛ ۽ همايون اهڙو تہ منجهانس خوش ٿيو هو جو کيس آفرين ناما عطا ڪيا هوائين. ازان سواءِ انجام ڪيو هئائينس تہ ’جي وجهہ ملير تہ توکي لائق انعام ڏيندس، تنهنجون مهربانيون جا ٿورا لاهيندس.‘ هاڻ آءٌ اڪبر وٽ مراد پائي ٿو وڃان تہ من بابي جي حسن خدمت جي عوض مون کي ڪا عهدولي ڏئي. جي ائين ڪيائين تہ جان جيئرو هوندس تان سندس احسانمند رهندس.“ ملڪ مسعود دلداري ڏيندي چيو تہ، ”بادشاهہ

لنهنجي لاءِ ضرور ڪرڻ ڪو بندوبست ڪندو. آءُ درٻاري آهيان، ۽ اوڪي ساڻ وٺي، هلي بادشاهه وٽ پيش خدمت ڪندس." ملڪ مسعود جو اهڙو لطف ۽ لياقت ڏسي، غياث بيگ جو من پرچي آيو. اکين مان ڳوڙها ڳڙي آيس ۽ زبان مان ڳالهائڻ نه اڪليس. آخر چيائين ته "اڄ تو مونتي اهڙي مهرباني ڪئي آهي، جو عمر نه وساريندس. مون ۾ ڪا طاقت ڪانهي، پر ڏاڍي جو بيوسيلن جو وسيلو ۽ ڪل نعمتن جو نازل ڪندڙ آهي، سو اوکي انهيءَ ڀلائيءَ جو اوس اجورو ڏيندو." پوءِ ملڪ مسعود هڪ ڪتابن جي ڳنڍڙي کوڙن مان ڪڍي، ۽ هڪ ڏيئي ۽ شمعدان ٻاري، غياث بيگ کي چيو ته "مولڪي هاڻ تورو وقت معاف ڪجو. لنهنجي نياڻيءَ جي اڪويل اچا برابر ٿيار نه ڪئي هيم. مرضي اٿم ته هاڻ ختم ڪرايانس. مولڪي ڏاڍي هرڪو ٿي ٿيلي آهي ته ڇوڪريءَ کي ڪهڙو بخت لکيل آهي؛ چاڪاڻ ته سندس جم بلڪل عجيب حالتن هيٺ ٿيو آهي." ائين چئي، هڪ ڪاغذ جو پرچو ڪڍيائين، ۽ ڪي ڪهڙا ڪتاب مطالع ڪري، منجس عجب قسم جا اکر ۽ انگ لکڻ لڳو. جڏهن اڪويل ٺاهي راس ڪيائين، تڏهن حيرت جهڙي

آواز ۾ پڪاري چيائين ته ”واکاڻ هجي خداتعاليٰ کي
جنهن اهڙو ٻار عطا ڪيو. هيءَ اياڻي ته وڏي ٿي راڻي ٿيندي،
۽ ملڪان ملڪ حڪمراني ڪندي.“ غياث بيگ جي
لفظ ٻڌي، وائڙو ٿي ويو. ملڪ مسعود چيو ته ”دوست،
توهان پاڻئين ته اڄ جيڪي چيائو، سو واقعيات آهي؛
پر نه. مون بلڪل پوري ويلا ورتي آهي. يقين ڄاڻج
ته منهنجي پيشينگوئي تمام صحيح آهي.“ غياث بيگ
ورائي ڏني ته ”سائين! ڀاڻ تو ڀلانين. توهان پاڻئين
ئي ته اهڙي پيشينگوئي مون جهڙي نا اميد کي اميدن
سان ڀري ڪندي. پر منهنجي نظر ۾ نجومت جو علم
نسورو ڪوڙ آهي. بابو نجومت جو قائل هو ۽ هردم
چوندو هو ته ’پٽ، تنهنجو ستارو ڏاڍو بلند آهي.‘
پر اڄ ڏسي رهيو آهيان ته سندس اهو خيال خام
هو، ڇو ته جيڪو اهڙو در بدر ٿي، هنن بيابانن ۾
ڪين پيو پهندو وتان ها.“ ملڪ مسعود نجومت جي
مسئلن ۾ اهڙو ته ماهر ٿي ويو هو، جو غياث بيگ
جي ورائي ٻڌي اٺ ٻڌي ڪري چيائين ته ”ناهيد
ستارو، جو نينگر جي بخت جي باري ۾ سڀاڳو آهي،
تنهنجو نيڪ اثر زحل جي شامت کان البت گهٽجي
ويندو: ليڪن اهو نڪرندو جو محبت جي گهر ۾

قدري خلل رسندو، پر آخر ناهيد جي فتح ٿيندي.
گهڙي پر گهڙو، ليڪن ٿورو سخت وقت ڏسندي،
جنهن ڪانپوءِ بخت ويندس بالا ٿيندو، ۽ عزت ۽ آبرو
وينديس وڌندي. منهنجي صلاح آهي ته مهر النسا
نالو رکونس."

اهين ڳالهيون ڪندا، اچي مسافرخاني کي ويجهو
رسيا، جتي هر طرح جي آرام ۽ آسايش جو اسباب
موجود ڪيو ويو هو. غياث بيگ ۽ سندس زال، جي
همتون ڏيهن جا دربدر ٿيل هئا، سي وري اچي
البت آرامي ٿيا.



## (٢)

ملڪ مسعود به هفتا ڪن مسافرخاني ۾ ڏايو ڪيو،
الهيءَ مراد سان ۽ پٽ ۽ غياث بيگ ۽ سندس بيگم
ساڻ هُئن. جڏهن بيگم تازي توانائي ۽ سگهه ٿي،
تڏهن وري مسافري شروع ڪيائون. روز صبح جو
سج اُڀرڻ کان اڳ، ۽ شام جو شفق ڪانپوءِ، سواري
ڪري ۽ سوليون منزلون هڻي، هڪڙي ڏينهن پرڀات
جو اچي لاهور ۾ وارد ٿيا. شهر جي گهٽين ۽ محلن
مان لنگهندي، غياث بيگ کي ماڻهن جي منهن مان
سرهائي پئي معلوم ٿي. گهڻو جوان برف جهڙا سفيد
ڪپڙا پهري، مجموعا ڪيو، مهنديءَ رتن هٿن سان
گلال اُڏائيندا، گلن ڦلن جون ورکائون ڪندا، سرهي
پاڻيءَ جون پچڪاريون هڻندا، پان جا بيڙا چٻاڙيندا،
ٽهڪ ٽها ڏيندا، ٿيه ٿيه ڪري کلندا ڪڏندا پئي آيا
ويا. گهر گهر مان مٺا من موهيندڙ آلاپ پئي آيا. شاهي
خاندان جا جنگي جوان ۽ غلمان زربفت جا لباس
پهري، ٿڌرو وانگي ناز نخرا ڪندا، ٺمو ٺمو ۾ ڪٽيندا،
ٽپ ٽپ ڏي پهندا، رونشا ڪندا پئي ويا. اميرن ۽

نوابن جي گاڏين، گهوڙن ۽ پالڪين جي ڏم لڳي
پيئي هئي. هر هنڌ هل ۽ هلا چو، ڪل ۽ چوچو، شان
۽ شوڪت، تجمل ۽ توانائي پيئي نظر آئي. غياث بيگ
چرڻ لڳو ته "واه واه! هي ته ڪو عجب شهر آهي.
ماڻهو ڪهڙا نه آسودا ۽ خوش مزاج آهن!" ملڪ مسعود
وراڻي ڏني ته "اڄ هولي ۽ نوروز پيئي اچي گڏيا
آهن، ماڻهو خوشيون انهيءَ سبب ٿا ڪن. پاڻ به هت
چڱي وقت تي اچي لڪتا آهيون. اڪبر بادشاه سڀاڻي
دربار ڪندو، جتي آءٌ اوکي وٺي، هلي پيش
خدمت ڪندس."

ملڪ مسعود جي پهچ جي خبر سندس گهر وچي
پهتي هئي، جنهن تي هنجي مٽن مائٽن ۽ نوڪرن
چاڪرن جو هڪ وڏو انبوه هنجي استقبال ۽ مرحبا
لاءِ اچي ڪٺو ٿيو هو. اُت لان لهي، سڀن سان
ڪيڪاري، غياث بيگ ۽ زالس کي وٺي، گهر اندر
گهڙيو، جتي ڊوپا حقا ۽ پان سوپاري هڪيا هوا.
وڌم پاڻي پيري، ٿارا ٿوااا ٿي. ملڪ مسعود غياث بيگ
۽ زالس کي آڻي اچي هڪڙي ڪمادي سينگاريل
ڪمري ۾ ٽاڪيو ڪمرو ۽ چيائين ته "هي صندوقون،
جي هت رکيل آهن، تن ۾ هر طرح جو اسباب لوهان

لاء موجود رکيو ويو آهي. لائق ڪري، هيءَ مڪان پنهنجو سمجهي، بنا حجاب موجون ڪري رهيو." انهن جي، ملڪ مسعود موڪلائي ٻاهر نڪتو. غياث بيگ پٺيون ڪولي ڏسي ته طرح طرح جي ريشم ۽ زربفت جي پوشاڪن، مردانين توڙي زنانين سان سٿيون پيئون آهن.

ٻئي صبح جو غياث بيگ ملڪ مسعود سان گڏ جي، هڪ عاليشان گاڏيءَ ۾ چڙهي، دربار ڏانهن، راهي ٿيو. ٻنهي کي نهايت عمدي ۽ جلوپدار پوشاڪ پيل هئي. غياث بيگ انهيءَ لباس ۾ اهڙو شاندار ٿي لڳو جو ڄڻ ته ڪو امير يا نواب آهي. واٽ تي جي دڪان ۽ گهر هئا، تن مٿان وانئيون پئي ورڪيون. راجپوت راجا ۽ مغل مير پويت جيڏن هاٿين تي سوار هوا. انهن اڳيان چوبدار سونيون چوبون ڦيرائيندا، "دور باش! دور باش!" ڪندا پئي هليا. مطلب ته اهڙو لقاءُ لڳو پيو هو جو غياث بيگ کي ورلي ڏٺو هوندو. پهرين شهر لنگهي، جڏهن شاهي قلعي ۾ پهتا، تڏهن اُتي اهڙو ڇهڇٽو اظر آين جو بيان کان ٻاهر. قلعي کي ڪٺي ڪمخاب سان سينگاريو هئائون ۽ تنهن تي ورزي جي سج جا روشن نورورا پئي پيا، سو ته هيڪاري

پڻ ڀڪيو. هنڌ هنڌ سهڻا تنبو کوڙي ويا هئا، جن
جي سونهري قبن سج وانگر پئي جهلڪا ڏنا. غياث بيگ
۽ ملڪ مسعود اچان اندر گهڙياڻي ڪين ته نوبت خاني
مان نغارن جو آواز آيو، جنهن مان انهن کي معلوم ٿيو
ته ڪنهن وڏي جلسي جو سعيو آهي.

اڪبر بادشاه ٺهرايل وقت تي اچي، تخت تي چڙهي
ويٺو. هڪدم بندوقن جي ٺا ٺا ۽ توبن جو ڌڌڪو مچي
ويو. دربار عام جا دروازا کلي ويا ۽ سارو مجموعو اندر
لنگهي پيو. اَمير ۽ اُمرا، نواب ۽ راجائون، ڪرنش
ڪري، پنهنجي پنهنجي مرتبي موافق جاين والاري ويٺا.
بادشاه جي کابي هٿ شهزادو سليم ويٺل هو. اچا ٿن
ورهين جي ڄمار جو مس هو: منهن جو مٿو چارو،
وار ڀوري رنگ جا، اکيون ڀوٽون جهڙيون. ڪنن ۾ سونيون
واليون پيل هيس، چاڪاڻ جو شيخ سليم چشتيءَ جو
ڏنل هو. اهي واليون الهيءَ وليءَ جي پالهپ جون نشانيون
هيون. تخت جي ساڄي پاسي حڪم ابو الفضل وزير
اعظم بيٺل هو ۽ سندس ڀرو ۾ پاڻس فيضي شاعر.
لاڳيتو هٿيلا راجپوت راڻا کڙا هوا، جن هڪ هٿ سان
مڇون پئي مروڙيون ۽ ٻيو هٿ ترار جي هٿئي لي
پئي ڦيريو. شڪل ۾ شوخ جهڙا شينهن، ۽ انهن پئي

لڪايائون جو جڳھ ۽ شڪار جي لاءِ آيا آھن. ٻئي
طرف درٻارين جون صفون لڳيون بيٺيون ھيون، جن
اڪبر جي گهٽي گهٽي ۾ وڏي ڪند ڏوڻ ۽ ڏاڙھيءَ
لوڏ پئي ڪئي. تخت جي ٻنهي طرف ۽ خدمتگار
بيٺل ھوا، جن اميرن ۽ راجائن جا نالا ۽ لقب پئي
پڪاريا. جڏھن سڀني سجدو ڪري، تہ راڻا ڏي پئي
رهيا، تڏھن ملڪ مسعود غياث بيگ کي وٺي، اڳيرو
وڌيو ۽ تخت اڳيان گوڏا کوڙي، سلام ڪيائين.
جڏھن اڪبر جي مٿس نظر پئي، تڏھن گهٽي
قرب سان چيائينس تہ "ٺيڪ موٽي آيو آھين؟ اسين
توکي ڏاڍو ياد پيا ڪندا ھئاسين. ھاڻ بلڪل خوشي
تي اٿئون جو وري اچي گھر پھتو آھين. ھو ٻڍاءُ
تہ ھيءُ ڪير آھي؟" ملڪ مسعود وراڻي ڏني تہ
"حضور جو اقبال زيادہ ھجي! اوھانجي ھن خير خواہ
غلام حجت رکي، ھڪ ايراني امير کي ساڻ آندو
آھي. نالو غياث بيگ اٿس: مرزا محمد شريف، جو
شاہ طھماسپ ايران جي شھنشاھ جو وڏو وزير ھو،
تنھنجو پٽ آھي. جڏھن حضورجن جي والد شريف
ايران کي پنھنجن مبارڪ قدمن سان مشرف ڪيو ھو،
تڏھن مرزا محمد شريف ھنجي خاص خدمتگاريءَ

لاء مٿو ڪيو وڃو هو. حضور مرحوم منهنجي تي اهڙو نه خوش ٿيو، جو مون کي ڪيترائي انعام اڪرام عطا ڪيائين ۽ پڻ پنهنجون مبارڪ رهڻ سان پروانا لکي ڏنائين. جنهن پروانيءَ کي شمع جي ڪشش ٿيندي آهي، تنهن هيءَ نه حضورن جي منور محراب لي، پاڻ فدا ڪري آيو آهي." هي حرف ٻڌي، اڪبر ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ غياث بيگ ڏي منهن ڪري، چيائين ته "جناب، ڀلي آيا. اوهانجي والد شريف جو اسانجي والد مرحوم تي مهربانيون ڪيون، سو اسان جو فرض آهي ته اوهان سان چڱا پيو پرتون." ائين چئي، أبو ألفضل ڏي اشارو ڪيائين، جنهن هڪڙي خدمتگار کي چيو ته "وڃي هڪ خلعت کڻي اچ." غياث بيگ کي خلعت ڏني، أبو ألفضل چيو ته "حضورِ اعليٰ جي مرضي آهي ته اوهين سندس خاص خدمتگارن جي سلسلي ۾ داخل ڪيا وڃو." غياث بيگ مٿو نمائي، گهڻي أدب سان چيو ته "اي رحمدل ۽ عادل شهنشاه، بندي کي ڪهڙي طاقت آهي جو حضور جي مهربانيءَ جا شڪرانا ڀلا آڻي سگهي يا حضور جي تعريف ڪري سگهي؟ نه رڳو انسان، پر ملائڪ به توهانجي مدح پيا ڪن ۽ سچ به توهانجي حڪم

جو محتاج آهي." انهن چئي، سجدو ڪري، پنهنجي
جاءِ تي اچي ويٺو.

ٿوري وقت کانپوءِ، اڪبر اتي پر واري ڪمري
۾ آيو، جتي ڪيس ساهميءَ ۾ توريائون. هڪڙي پڙ ۾ پاڻ
ويٺو ۽ ٻئي پڙ ۾ سندس تور جيترو سون وڌو ويو.
اهو سون، ۽ جواهر جي اميرن نذراني طور رکيا هئا،
سي مٿانئس گهوري، غريبن کي خيرات ڏنا ويا. پوءِ
بادشاهه پنهنجن مبارڪ هٿن سان سونن روپن گلن ۽
ميوارين جي ورکا ڪئي، جي سڀ درٻاري وڏي
چوج سان چونڊڻ لڳا. انهيءَ بعد اڪبر ابو الفضل
جي هٿن تي ٽيڪ ڏيندو، سيڙهي چڙهي، بالا خاني
۾ آيو ۽ اتي چندن جي تخت تي چڙهي ويٺو.
ماڻهن جا حشام، جي سندس ديدار لاءِ هيٺ منتظر
بيٺا هوا، سي ڪيس ڏسي تاڙيون وڄائڻ لڳا. پوءِ
پنجاهه هزار هاٿي، ٻارهن هزار گهوڙا، اڪچار شينهن،
چيتا، واگهه، شڪاري ڪتا، باز وغيره، هڪ ٻئي
پٺيان قطارن ۾ لنگهيا. اتي شام ٿي وئي. پياديءَ
۾ گهوڙي سوارن ۽ پيادن جو قواعد ٿيو. ڪن ساعت
بعد بادشاهه محلات ڏي موٽيو.

پوءِ امير امرا، نواب راجائون ۽ ٻيا سڀ مهمان
هڪ ٻئي سان خوش خيرعافيت ڪرڻ ۽ حال احوال
ونڊڻ لڳا. قسمين قسمين جا سوها شربت پئي پيتائون،

طرح طرح جا ميوا مٺايون ٻئي کاڌائون، ۽ هڪ ٻئي سان رهاڻيون به ڪيائون. ملڪ مسعود غياث بيگ کي مبارڪ ڏني ۽ چيائينس ته "شال انهيءَ عهدي تي قائم هجين!" غياث بيگ وراڻي ڏني ته "يار! آءٌ ته اهڙيءَ عزت جو لائق ڪين هوس. هي سڀ تنهنجي ئي مهربانيءَ ڪري آهي" رات اڃا سهڙي هئي. هاڻ وڌيڪ ترسڻ نامناسب سمجهي، غياث بيگ ۽ ملڪ مسعود وڃي گهر ڀيڙي ٿيا.

ٻئي ڏينهن صبح جو غياث بيگ وڃي پنهنجي نئين عهدي تي چڙهيو. ٿوري ئي عرصي ۾، پيش ڪار جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. هن جي چالاڪيءَ ۽ هوشياريءَ اڪبر تي اهڙو اثر پيدا ڪيو، جو ٽن سالن بعد هڪ هزار گهوڙي سوارن جو منصبدار ڪيائينس ۽ پندرهن سالن اندر اعتماد الدوله جو عهدو ۽ لقب عطا ڪيائينس. انهيءَ ريت غياث بيگ جو هو لڏ ڏکن ڏوجهرن کان هڪ ڀيانڪ رڻ پٽ ۾ ناس ٿي وڃي ها، سو ملڪ مسعود جي مهربانيءَ سان اڄ هندستان جي چند ماڻهن مان ليکجڻ ۾ ٿي آيو. اڪبر جو مٿس ارواح هو، ته راڻيءَ جو وري بيگم سان بي حد پيار هو.

## (۳)

انهن ڏينهن ۾ مهرالنسا سورنهن ورهين جي سوهڻي سرتي ٿي چڪي هئي. قد ۾ بلند ۽ نزاڪت دار مثل سرو سهي جي. منهن چوڏس جي چنڊ جهڙو گول ۽ سفيد، ڳل ڳاڙها جهڙا گلاب جا گل، اکيون نرگس وانگر نشي دار، نڪ ڊگهو جهڙو آمي جي ڦار، وات ننڍڙو غنچي جهڙو، چپ سرخ لعل جهڙا، ڏند اڇا جهڙا موتي؛ مطلب ته سندس هر هڪ عضوي مان نئين قسم جو حسن پئي بکيو. وار اهڙا سنها ۽ ڪارا هئس، جو چٽ ته مشڪ جون تارون آهن؛ سي وري جو سندس سفيد سنگ مرمر جهڙن ڳلن تي پئي لڙڪيا، تڏهن ائين پئي معلوم ٿيو ته چٽ سج مٿان ڪارو ڪڪر ڇانيل هجي. ٿورڙي اهڙي هئس جو چٽ ته گلاب ۽ موتيي ڪنهن ۾ ڳنڍيا پيا آهن.

آگري واري قلعي ۾، سمن برج محلات جي نزديڪ، هڪ جاءِ هئي جنهن کي مينا بزار ڪري سڏيندا هئا. اها اڄ ڏينهن تائين بيٺي آهي. انهي اڪبر ۽ سندس راڻيون ڪڏهن ڪڏهن ميلا ڪنديون هيون.

اهڙن موقعن تي، شهزاديون ۽ اُمرائيون رواجي
سوداگرن وانگر دڪان کولي، هر طرح جو مِين جو
سامان، هيرا، جواهر، موتي وغيره، وڪڻنديون هيون.
بادشاه ۽ راڻيون ساڻن سودا ڪنديون هيون، ۽ عام
خريدارن وانگر ذري ذري تي رِيڙهه پِيڙهه ڪري،
پائيءَ پائيءَ تي چڪيون ماريندا هيون. انهيءَ تي
نازنين سهڻيون سوداگرياڻيون ڪيڪ ملائي، ڏ مريون
هڻيون ۽ چونديون هيون ته "هل هل، مفت جو مال
ته ڪينهي. جتان سستي شيءِ ملندي اتان وٺي وٺ.
لاهه گوڙ." مطلب ته اهڙن ميلن تي هميشه ڪل ڇرچر،
ٺٺولي ۽ مسخري ٿيندي هئي. هڪڙي ڏينهن صبح
جو، اڪبر جي حرم خاني جون بيگمون مينا بازار واري
چمن ۾ اچي گڏ ٿيون هيون، ڇاڪاڻ جو انهيءَ
ڏينهن اهڙي قسم جو ميلو لڳڻو هو. اهو چمن،
جنهن کي انگوري باغ ڪري چوندا هوا، سو حسن ۽
زيب جي آئيت هو. چمن ۾ پاسن کان جي پارا ڪٽس
ان ۾ گلاب ۽ موتيئي، سوسن ۽ سمن، چمپڪ ۽
چنبيليءَ جي جهڳٽ مڳٽ لڳي پئي هئي. انهن
مان جا خوشبوءِ پئي اُٿي، تنهن دل ۽ دماغ کي
قوت ۽ فرحت ٿي بخشي. سرو ۽ شمشاد جي قطارن ۾

بيٺل هئا، ان انهن تي ڏيکاري ڏني جو جڻ لـــ
بلند ڪــد حورون اڀيون آهن. گـــلاب جي ٽڪن
مٿان بلبل جي لاس پئي پئي. وچ باغ ۾ جو حوض
هو، تنهن منجهان اوجل پاڻيءَ جا ڦوهارا اٿين پئي
اکٽا جو جڻ ڏ بهشت اندران ڪوثـر جو چشمو ٿو
وهي. آس پاس انگور جا منهن، ڊاک جا جهڳٽا
نازڪ ٽارين ۾ جهليو بيٺا هوا. ڪنهن ڪنهن هنڌ
وري جي انار جا وڻ هوا، تن جي سرخ لعل جهڙن
غنچن پئي مشڪيو ۽ ڪشڪيو. مطلب تـــ چمن
اهڙو خوش نماءِ ۽ نزاڪت دار هو جو نه رڳو ارم ۽
نگارستان کي شه ڏيئي ويو هو، پر عدن بـ مٿس
ريسون ٿي ڪيون. هنڌ هنڌ دستر خوان وڇائـجي ويا
هوا، جن تي عمدا ۽ لذيذ شربت ۽ ميوا رکيل هوا.
چـمـن گهڻوئي بهشت مثل هـو، ۽ طعام ۽ لئما
نهايت سهڪ ۽ سوادي، پر پري پيڪر نازنينون، جن
پوپٽن وانگي اتي جهمريون پئي پائيون، تن جي حسن
۽ خوبيءَ، رنگن ۽ روپن، خالن ۽ خطن، اهڙي رونق
لائي ڏني هئي جو بيان کان ٻاهر. هر طـرف کان
راڳ جو آواز پئي آيو. خـــوبصورت ٻيمون مهموعا
ڪيو، پئي آيون ويئون. ڪن هڪ پئي سان ڳالهيون

پئي ڪيون، ڪي مصنوعي دڪانن تان خريدون پئي
ڪيون، ڪي ٻيڪهه پئي لڳيون، ته ڪن وري مٺا
موهيندڙ آلاپ پئي ڪيا. مهرالنسا ۽ ماڻس به اُتي
حاضر هيون. ماڻس اڪبر جي راڻيءَ جوڌ ٻائيءَ سان
گفتگوءَ ۾ مشغول هئي، ۽ مهرالنسا حوض مان جـو
ڦوهارو پئي اُڪتو، تنهنجي مٿان ٻيو لوڏي پئي ٻاڻ
ولڙايو. سندس نازڪ بدن تي نهايت سٺي ۽ سهڻي
پوشاڪ پيل هئي: ململ جي ٻهراڻ، آسماني رنگ جو
پيشگير ۽ سفيد شبنما جو رئو.

اوچتو شهزادو سليم هڪ چور دروازي کان چمن
اندر گهڙي آيو ۽ هوري هلي اچي حوض وٽ
اٽڪيو. شهزادي شڪل جو ناهوڪو هو: بدن ڊڳائيءَ،
چالي ويڪري، چيلهه سنهي، ڇاتي اچي، وار گهنڊيدار،
اکيون وڏيون ۽ پيشاني ڪشادي هيس. اچا ارڙهن
ورهين جي ڄمار جو مس ٿي ڏٺو. جنهن وقت عمر ۾
ننڍو هو، تڏهن به عيش عشرت جو ڪوڏيو هو.
شيرين زبان ۽ خوش خلق، پر نهايت ئي ٻروڌ هو.
ڪڏهن ڪڏهن ته راتين جون راتيون ۽ ڏينهن جا
ڏينهن شرابخوريءَ ۾ غرق هوندو هو. لباس سادو
سودو پيل هوس. مهرالنسا کيس اوڏو ايندو ڏسي،

جڻ ته ڪنهن جادو وڌو وائس. مطلب ته مهرالنسا کي ڏسڻ
شرط، عشق جي اوڙاهه ۾ غرق ٿي ويو. حياءَ کان
مهرالنسا جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. ڪجهه همٿ ڪري
چيائين ته ”سائين! مون ڪبوتر ڇاٽي ڇڏي ڪين
اڏايو.“ شهزادو، جو مورڇا ٿي ويو هو، تنهن هي
لفظ ٻڌي چيو ته ”ڇا؟ ڪبوتر؟ مونکي ته وسري
ويو هو ته ڪو اڏامي ويو. جي اڏامي ويو، ته صدقي
ٿيو. پر ٻڌاءِ ته سهڻي، ته تون فرشتو آهين يا پري؟“

مهرالنسا چيو ته ”آءٌ مرزا غياث بيگ اعتماد الدوله
جي ڌيءُ آهيان. سائين! مونکي معاف ڪجو، آءٌ
وڃان ٿي، منهنجي ماءُ مونلاءِ ترسي ويٺي هوندي.“

پر شهزادي سندس هٿ جهلي چيو ته ”اي
سنگدل! تو منهنجو ڪبوتر ته اڏائي ڇڏيو، مگر
منهنجي دل پنهنجي دام ۾ ڦاسائي ڇڏي اٿيئي.
ڀلائي ڪري، ٿورو ترس ته سهڻي.“ مهرالنسا هٿ
ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪري چيو ته ”سائين! ڇڏيوم
ته وڃان.“ پر شهزادي چيو ته ”الئين بلڪل نه ملندو،
مونکي ڦاسائي تون ڀاڄ ڪئي ڪيڏي ويندينءَ؟“

مهرالنسا: ”ها، سائين! آءٌ ضرور وينديس. توهان
جهڙي اوپري ماڻهوءَ وٽ وڌيڪ ترسي نٿي سگهان.

مهرباني ڪري، هاڻ ڇڏيو م ته وڃان."

سليم: "توهان جو حڪم ضرور مڃڻو پوندو؛ پر مان ته توهان جي پيرن جي خاڪ چمڻ جو به لائق نه آهيان."

مهرالنسا: "شهزادا! هي ڪهڙيون ٿا ڳالهيون ڪريو؟ ڇو ٿا مفت مسخريون ڪريو؟ مسڪينن کي هيئن ستائڻ اوهانکي هرگز نه جڳائي."

سليم: "ستايو نه پاڻ تو مونکي آهي. انهن نوراني اکين جي ناز ته مونکي گهائي وڌو آهي. آءٌ توکي سچيءَ دل سان پيار ٿو ڪريان. مهرباني ڪري، مون تي مهر جي نظر ڪر، نه ته منهنجو حال ڪولهي."

مهرالنسا هن هٺيلي شهزادي کي پنهنجي اڳيان اهڙيءَ طرح ليچ نوائيندو ڏسي. نيٺ مرڪي چيو ته "شهزادا! هاڻي گهڻي ٺٺولي ڪيئو. شايد مون کي پورڙو ۽ ابوجهه سمجهيو اٿوَ."

سليم: "اون ابوجهه ۽ پورڙي؟ آءٌ ته توکي پنهنجي جيءَ زندگيءَ جو نور ٿو سمجهان. هيترو ستايو اٿيئي، وري ٿي شڪايت ڪرين ته مان ٿو اوسان ٺٺوليون ڪريان؟"

مهرالنسا: "آءٌ غريب ماڻهن جي ڌيءُ ڪٿن توهان جي ٿالهي شريڪ ٿي سگهنديس؟ ڇڏيو م ته هاڻي وڃان."

سليم: "وڃڻ تيار ڪين ڏيندو سائين. آءٌ سڄو تنهنجي تابع آهيان. هاڻ جئين وڻيئي تئين ڪر."

مهرالنسا: "چڱو، جي ائين آهي تہ مهرباني ڪري چڱي طرح ٻڌ. ڪو هڪ ٻئي سان ڳالهائيندو ڏسي وٺيئون تہ مفت منهنجي گلا ٿيندي. توهان کي ڏوھ ڏيڻ جي ڪنهن کي همت ٿيندي؟"

سليم: "مجال آهي ڪنهن کي جو تنهنجي گلا ڪري سگهي؟ جيستائين جيئرو هوندس تيستائين تہ منهنجي رڳ رڳ پيئي توکي پيار ڪندي. تون آهين شمع، آءٌ آهيان پروانو. جيستائين پاڻ مٿان نہ گهورينديس تيستائين آرام نہ ايندم. محبت جي مچ ۾ جليو ٿو مران."

اهڙيءَ اڪير مهرالنسا جو من موهي وڌو. پر وري بہ پرڪ لهڻ لاءِ چيائين تہ "سائين! هيءَ رڳو ٻاهريون ٻڙلنگ آهي."

سليم: "ڌڻي شاهد آهي تہ آءٌ توکي دل و جان سان پيار ٿو ڪريان. آءٌ نہ سمجهان تہ ايءَ ڪنهن ڳال منهنجيءَ دل ۾ اهڙو اثر پيدا ڪيو جهڙو اڄ تو ڪيو آهي. تنهنجيءَ شڪل ڏسڻ سان اهڙي تہ همت اچي وئي اٿم، جو ساري جهان ۽ ان جي اسباب کي هڪ خاڪ مٺ برابر ٿو سمجهان.

نوساڻ زندگي آهي ۽ نه بنان قيامت."

مهرالنسا: "شهزادا! هاڻ مونکي اصديق ٿي لــ نوهانجو پيار صاف ۽ سچو آهي. اهڙيءَ محبت اڳيان مونکي به ٻاڻ جهلڻ مشڪل آهي. پر شڪ اٿم نه هيءَ محبت گهڻو جٽاءُ نه ڪندي. هي فقط هڪ شاهاڻو خيال آهي."

سليم: "نه نه! منهنجو پيار بلڪل سچو آهي ۽ هميشه جٽاءُ ڪندو. اچها هيءَ اٿيئي اٿهي ثابتي."

اٿين چوندي ٿي خنجر ڪـڍي، سمدي ۾ هڻڻ لي هو، پر مهرالنسا اُچانڪ ماري، خنجر کسي ورلس، ۽ گهڻي قرب سان چيائينس نه "شهزادا! جيڪڏهن نوهين مونکي سچيءَ دل سان پيار ٿا ڪريو، نه آءٌ به اوهانکي اٿين ٿي پيار ٿي ڪريان. پر نوهان کي چڱيءَ پر معلوم آهي نه آءٌ پيءُ ماءُ جي هٿ وسيڪي آهيان ۽ سو جيڪڏهن نوهانکي مونسان نڪاح ڪرڻ جي نيت آهي لــ اُنهن کي چوُ چاءُ ڪرايو. اٿين ڪرڻ بنان اوهانجو مقصد حاصل ٿي نه سگهندو."

شهزادي جواب ڏنو نه "اِنهيءَ جو آءٌ جلد جوڳو اُپاءُ ڪندس." اٿين چئي رلي خوشيءَ وچان پاڪر پاٽائينس. مهرالنسا چيو نه "آءٌ اوهانجي پانڊي آهيان،

پر هاڻ دير ٿي ٿئي ۽ هلڻو ٿو وڃان. شهزادي لمحو
اجازت ڏنيس ۽ مهرالنسا موٽي ماءُ وٽ آئي ۽ راتيءَ
سان رهاڻ ڪري، شام جو پنهنجي پالڪيءَ ۾ چڙهي،
گهر روانيون ٿيون.

چانڊوڪي رات هئي: جيڏانهن نهار تيڏانهن چانڊيءَ
جا ٻرج وڇايا پيا هوا. تارن آسمان ۾ جهلڪا پئي
ڏنا ۽ ٿڌيون فرحتي هيرون پئي لڳيون. غياث بيگ
۽ بيبيءَ بالاخاني تي هواخوري پئي ڪئي. هيٺان
جمنا ندي گڙ گڙ ڪندي پئي وهي. غياث بيگ زال
ڏي منهن ڪري چيو ته ”ڪهڙي نه سهڻي رات آهي!
مونکي چانڊوڪي ڏاڍي وڻندي آهي. پر، پياري!
اها رات ياد اٿيئي جڏهن پاڻ ٺڪرين ۽ بيابانن ۾
پئي رلياسين ۽ تڏهن به چانڊوڪي رات هئي، پر
افسوس سختين اسانکي اهڙو ستائي وڌو هو، جو
پاليوسين ٿي ته چنڊ به اسان سان جاڙون ٿو ڪري؟“
بيگم وراڻي ڏني ته ”انهن سختين جو ڇو ٿا خيال
ڪريو؟ انهن لڳون ڏينهن جي يادگيري منهنجا ستا
سور ٿي اٿاري. ياد اٿوَ ته مهرالنسا کي ڪٿي ته
بيابان ۾ ڦٽو ڪيو هوَ؟ پر عجب ته اهو آهي جو
مهرالنسا جو حسن ۽ اسانجو نصيب بلند ٿيا. ڏاڍي

نصيب واري ٿي ڏسجي. اڄان پندرهن ورهين جي مس آهي، پر ڏاڍي سمجهو ۽ عقل واري آهي. اسانکان به وڌيڪ دنيا جو آزمودو اٿس. سولهن جي نه منجهس ڪمي ڪانهي، وڃي ٿي ڏينهون ڏينهن برک ٿيندي. هاڻ جڳائي نه ڳولا ڪري، ڪو جهڙس لائق ور ولي ڏجيس." غياث بيگ جواب ڏنو ته "آءُ پڻ انهيءَ خيال ۾ آهيان. هڪڙي مائٽي سمجهي جا پڪ اٿم ته لوڪ ضرور پسند ايندي. علي قلي بيگ جي هاڪ ته پڌي هوندي: نهايت نيڪ اخلاق ۽ دلير دل آهي ۽ پر وڏي ڳالهه ته ايراني آهي. منهن جي دل ٿي چئي ته مهرالنسا جي ڪٿي هن سان شادي ڪرائجي." بيگم چيو ته "ملڪ مسعود ته پيشنگوئي ڪئي هئي ته اسانجي مهرالنسا راڻي ٿيندي، پر اهڙو آثار نه ڪونه ٿو ڏسجي. شهزادو سليم ته اڳي ئي شادي ڪيل آهي." غياث بيگ سليم جي نالي پڌرڻ شرط ڳاڙهو لعل ٿي ويو، ۽ چوڻ لڳو ته "چا! شهزادو سليم؟ شرابي ۽ لاپرواهي؟ ڏيءُ جو سگ ڏيانس، انهيءَ کان ڏيءَ کي خنجر هڻي ماري نه ڇڏيان؟" بيگم چيو ته "سچ! مهرالنسا کي شهزادي جي سون ۽ رپي سان ڪونه پرواهه آهي. پر سمجهو

ته هو هنکي دل و جان سان پيار نه ڪري، پوءِ پلا
سائنس سڳ ڪرڻ ۾ ڪهڙو عار آهي؟" غياث بيگ
لمي لوه ني وٺو ۽ چيائين ته "آءٌ سليم کي چڱيءَ طرح
سڃاڻان: منجهس ڪابه لياقت ڪانهي. عيش عشرت
جو ڪوڏيو، لنهن ۾ سچيءَ محبت جو انگ ڪٿان
آيو؟ پر مولکي خاطري آهي ته علي قلي بيگ جهڙو
لائق شخص مهرالنسا کي ضرور سچيءَ دل سان پيار
ڪندو. اميد اٿم ته هوءَ به کيس گهڻو پسند ڪندي.
اگرچ عمر ۾ البت وڏو آهي، پر اڃان جوان آهي.
بهادريءَ ۽ جنگي فن ۾ ته جهڙس ڪو ڳولهيو لڀي.
مهرالنسا جئن وڌندي وڌ ٽڪ پرکيندي، لئن وڌيس
وڌيڪ پيار ڪندي. هو به اسان وانگر وطن ڇڏي،
سختيون سهي، اچي هندوستان ۾ عام سپاهي لي
لشڪر ۾ گهڙيو هو؛ پر ٿوريئي عرصي ۾ اهڙي بهادري
۽ چالاڪي ڏيکاريائين، جو رفته رفته وڏي عهدي کي
وڃي رسيو. هاڻي هو هڪ هزار گهوڙي سوار فوج جو
مهندار آهي." بيگم چيو ته "پلا، لڏهن هاڻي ڪليو ڪلايو
مڱڻو ڪري ڇڏجي لـ چڱو. آءٌ وڃي لي مهرالنسا
کي اها خوش خبري ٻڌايان. اهڙيءَ ڳالهه ۾ سندس
به مرضي وٺڻ گهرجي."

## (٤)

ساوڻ جو مهينو هو: هند هند مينهن جا وسڪارا پئجي ويا هوا ۽ رڻ پٽ ملڪ رچائجي ويا هوا. جيڏانهن نهار ليڏانهن زمرد رنگ جا غاليچا وڇائجي ويا هوا. بلبل گلاب جي گل کي ڏسي، مٺي مٺي موهيندڙ للڪار سان ڳائي، گد گد ٿي ٿي. ڪٿي پپيهي انب جي وڻ تي 'پيا ڪهان؟ پيا ڪهان؟' ڪري ٿي پڪاريو. ڪٿي مور ڍيل سان ٿيو، سارنگ جي سهڻي منجهان سونهري ڪنب ٽيڙي، ٿي جهمرڙون پائيون. جتان ڪٿان هيڪار ٿي آئي، جنهن جان کي فرحت ۽ مغز کي تراوت ٿي ڏني. اهڙو خوش نماءُ ۽ سهڻو نظارو لڳو پيو هو، جو هر ڪنهن جي دل خوشيءَ وچان ٽپا ٿي ڏنا. غريب غربا جي اوڻ جي تنگيءَ کان اڪثر تنگدل هوندا آهن، سي به اڄ موڄ ۾ اچي ويا هئا.

آرلوار جو صبح هو. بادل جون بوندون ٿي پيون، ۽ ٿڌي فرحتي هير ٿي لڳي. غياث بيگ جي زال ۽ سهڻي مهرالنسا سواريءَ پالڪيءَ ۾ چڙهي، شاهي

محلاتس ڏي روانيون ٿيون. اُتي اَڄ جوڙ ٻانيءَ تڏڙي
پئي ملهائي. ٻئي راڻيءَ سان ڪيڪاري، سندس ٻر ٻر
تي ويٺيون. پر مهرالنسا سنتت تي اُتي وڃي سرلين
ڀوري ٿي. سڀن نمنگ ٿيا پئي ڏنا ۽ راڳ روپ
پئي ڪيا. مهرالنسا به موج ۾ اچي وئي. ساهيڙين
کان ستار وٺي، طرح طرح جا سر آلاپي، اوچتو ئي
هڪ نهايت دردناڪ غزل ڳايائين، جو اهڙي خوش
موقع تي بلڪل اَڻ سهائيندو پئي لڳو؛ پر ٻڌڻ
هوندي به سڀني کان 'واه! واه!' اکري وئي.
مهرالنسا جي ساهيڙين کانسواءِ، اُن غزل جو ٻڌندڙ هڪ
ٻيو شخص به هو، جو پري واري ڪمري ۾ چپ ڪيو ويٺو
هو. ڀانيو ٿا ته اهو شخص ڪير هو؟ اهو هو شهزادو سليم.
سندس روح راڳ جي لڪ لڪ لي ريلا ٿي ڏنا ۽ سندس
رڳن ساز جي آواز لي تنبوري واڱي ٿي لنواريو. مهرالنسا
ستار تي وڄائي ته هو گد گد ٿي ٿيو، ۽ جي هن راڳ
تي ڳايو ته شهزادي جي روح رقص ٿي ڪيو.

مهرالنسا غزل ڳائي رهي ته جوڙ ٻانيءَ ڳراٽڙي
پائي چيس ته "ڏيءَ! تنهنجي راڳ ته منهنجو من
موهي وڌو آهي. تنهنجو آواز به بلبل جيان شيرين
۽ گهائيندڙ آهي. او جهڙي ڏيءَ ته ڪنهن بختاور

ڪي جمي ۽ پر اچائان ته جهڙءَ ناهوڪو پيار ملي ٿو ها ته." مهرالنسا جي ماءُ مدهن وراڻي ڏني ته "واڻي! مڙسن راس ڳالهه ٿي ڪئي ته مهرالنسا جو مڱڻو علي قلي بيگ سان ڪجهي ته چڱو. جئن تو ته هو ڏاڍو لائق پڻ مڙس آهي." جوڻ پاڻيءَ موڙ ڏيئي چيو ته "علي قليءَ جهڙو اٺ گهڙيو ڪاٺ سو مهرالنسا جهڙيءَ من موهڻيءَ کي ڪٿان وٺندو؟ گهٽ ۾ گهٽ لائق ۽ بهادر هجي، پر حسن ۽ لطافت جي ڪيس ڪهڙي پرک يا قدر؟ آءٌ نٿي پاليان ته هنجو هاٿ ليڻهن ٿي سگهندو." بيگم چيو ته "بيشڪ، پر مڙس سياڻو ۽ دورانديش آهي، جا ڳالهه ڪيس سهڻي لڳو اچي سا اهانکي ڪرڻ حق آهي." واڻيءَ جواب ڏنو ته "خبر نه آهي تہ ڇو، پر مونکي اها ماڻٽي بلڪل پسند نٿي اچي. خيال ته ڪر ته مهرالنسا جهڙي محبوبڙي علي قلي بيگ جهڙي رکي روح سان ڪئن جالي سگهندي؟"

مهرالنسا، جا شهزادي سليم جي خيال ۾ محو هئي، تنهن جو هيءَ مڱڻي جي ڳالهه ٻڌي سو ساڻي جهڙي پڻگ ٿي ويٺي ۽ سندس ڳاڙهن ڳلن جو رنگ بدلجي خاڪ مثل ٿي پيو ۽ سندس سندر جهڙا چپ نيلا ٿي

ويا. بدن مان طاقت ڇڏائي ويس ۽ اکيون وڃي زمين
۾ کتيس ۽ انهن ۾ ئي ڏسڻ ۾ آئي جو جڳ نه مٽيءَ
جو پتلو آهي. ايتري همت جهلي، ائين پير واري
ڪمري ۾ گهڙي ويئي. اتي پلنگ تي ليٽي پيئي ۽
نااميديءَ جي اونداهه ۾ غرق ٿي ويئي.

سليم مهرالنسا جي مڱڻي جي ڳالهه لڪي ويٺي
هئي. الهيءَ ڪيس اهڙو گهائي وڌو جو جڳ نه سمجهي
۾ ليو ڇپي ويو اٿس. هو جڏهن مهرالنسا کي ڪمري
اندر گهڙندو ڏٺائين، تڏهن سندس محبت درياهه مثل
اٿل کائي، ۽ پلڪن هنجهون مڙلي ڏکن کي پوڙي
ٿتو ڪيائين. پيراڙيءَ کي پلنگ تي ليٽيل ڏسي
گد گد ٿي ويو، ۽ آهستي وڃهو وڃي سندس
پيرن تي ڪري پيو. مهرالنسا شهزادي کي اوچتو
ايندو ڏسي، حيران ٿي ويئي ۽ اٿي پاهر نڪرڻ
جي ڪيائين؛ پر شهزادي جي ليلڙائين تي اتي ئي
ويهي رهي. ڪجهه وقت تائين اکيون اکين ۾ کتيون
پيئون هيون ۽ زبان مان ڳالهائڻ لاءِ اٿلين. آخر
شهزادي چيو ته "معاف ڪجي، جو اوچتو لنگهي آيو
آهيان. پلائي ڪري، منهنجو عرض اٻاءِ."

مهرالنسا: "ڇو اڄ صبح ساڻ همت پيا ڏسجو؟"

سليم: "چنڊهاڪر، توکي ڏنو اٿم، ٺڏهاڪر آرام نہ ڦٽي پيو اٿم؛ ۽ اهڙن لمحن نہ ڪٽڻ آهي. تو کان جدا روح کي راحت نہ آهي. تنهنجي ديدار لاءِ پڻ واجهايو اٿم. ليڪ اڄ ڪٽي خدا مون جون مرادون پوريون ڪيون اٿم."

مهرالنسا: "شهزادا! ڇو اچي منهن جي پنيان پيا آهيو؟"

سليم: "توکي منهنجي درد جي چڱيءَ پر خبر آهي. دارون نہ ڪرڻ ٿي ڪرين، اٽلو عتاب ٿي ڪرين! پلا، تو ڪو درد ڏٺو هجي تہ دردوندن جو قدر پوئي."

مهرالنسا: "افسوس! منهنجون سڀ خوشيون ۽ فرحتون هڪ ڇڻ ۾ ناس ٿي ويون! توهين وڃي عيش عشرتون ڪريو، مون آپاگهٽ کي ڪٽي ڇڏيو. منهنجي گهٽي جي نہ ضرور گفتار ڪن پئي هوندا؟"

سليم: "مون ساري گفتگوءَ ويهي ٻڌي. انهيءَ ڪري نہ پاڻ وڏيڪ پريشان آهيان. هو تون فقط زبان سان هي اکر ڪچ 'نہ مان توکي پيار ڪريان ٿي'، تہ پوءِ ڏس تہ سڀ رانديڪون ڪٽن نہ ٿو لاهي ڏيکاريان ٿو."

مهرالنساء: ”سو نه مون اوهان کي پهرين ڏينهن ٿي
چيو هو ته ’اڄ اوهانکي دل و جان سان پيار ڪريان
ٿي.‘ زالون ڪي مردن وانگر چلوليون ڪين آهن.
هڪ واريءَ پيار ڪيائون ته پيا عمر ڪين ڦرنديون.
مرد ٿي آهن جي زالن کي گويا رانديڪو ڪيو سمجهن.
جيئن ٻار هڪڙو رانديڪو ڦٽو ڪري ٻئي تي دل
ٽيندي آهي، تئين هو به هڪڙي زال ڇڏيو وري
ٻيءَ ڏي لاڙو ڪن.“

سليم: ”تڏهن سچ ٿي چوين ته مون توکي پيار
ٿي ڪريان؟ منهنجي محبت رڳو وهم ڪمهيءَ منهن
جو پيار بلڪل سچو ۽ گوڙهو ۽ هميشه جٽاءُ ڪرڻ وارو
آهي. منهنجيءَ جان ۾ مچ مثل پيو ٻري، ۽ ليچ
خود غرض حرص ۽ هوس کي جلائي خاڪ ڪري
ڇڏيو اٿس. قبول ٿو ڪريان ته هميشه پاڪ دامن نه
رهيو آهيان. تنهنجو سبب اهو هو جو سچي محبت
کان غافل هوس. پر لوڪي ڏسڻ شوط منهنجي دل ۾
نهايت اعليٰ خيال اٿن تيڻ لڳا آهن. پهرياءَ پٺهن
کي منت ڪندس، ته تنهنجو مڱڻو رد ڪري، پر
جيڪڏهن قبول نه ڪياءِ ته بابي کي چئي اهو
ڪم ڪئين به ڪرائيندس.“

مهرالنسا: "توهانکي بابي جي طبيعت جي برابر خبر نه آهي، ڪن ڏينهن ۾ هو بلڪل مد مغ ۽ هوندي آهي. مونکي نه ڪا اميد ڏسڻ ۾ ٿي اچي."

سليم: "ٻيو ائين ڪئن ٿيندو؟ توکانسواءِ منهن جي زندگي عبث آهي. ڪئن به ڪري توکي پنهن جي هٿ آڻيندس. هيءَ ساري سلطنت وڃي نه وڃڻ ڏينس، پر توکي ٻاڻ کان ٻيو ٿيڻ نه ڏيندس. توسان دوزخ به بهشت آهي، جو نه تون منهن جي زندگيءَ جو نور ۽ جيءَ جو جياپو آهين."

مهرالنسا: "ٻيو ڏسڻ ۾ تو اچي نه قضا ٻي سمت سٽي آهي، جو نه توهين جلد ئي بادشاهه ٿيندا، ۽ ٻيءَ شڪ الم نه مونکي وساري ڇڏيندا. ٻيو آءُ ٻئين سان ٿي چوان نه آءُ توهانکي مور نه وساريندس."

سليم: "ڇا؟ توکي وساري ڇڏيندس؟ جي وس ٻڇم نه دل کولي ڏيکاريانءِ نه ڪئن نه لنهن جي مورت الس اکري پيئي آهي."

مهرالنسا وراڻي ڏيڻ ٿي هئي نه اوچتو دروازو کلي پيو، ۽ ماڻس ڏوڙ ڏوڙ ڪندي اندر گهڙي آئي. پنهي کي گڏ ويٺل ڏسي، اهڙو جولان کڻي ويس جو هڏ هڏ ٻئي ڏڪيس، ۽ اکين مان الا ٻئي

نڪتس. نورو اکيرو ٿي چواڻ ته ”شهزادا! هاء افسوس! تنهنجو فرض آهي هن کي چڱو مثال ڏيڻ، سو اون پاڻ وڃاءِ آهين منهنجي پوڙهيءَ ڏيءَ سان ڏيڍو ڏئي جو هيءُ چراند ڪرڻ! واه! واه! چڱو پنهن جو شان رکيو اٿيئي!“ سليم چيو ته ”بيگم! مهرباني ڪري منهنجي ڳالهه ته ٻڌ.“ پر بيگم ورندي ڏني ته ”هيءَ جي ڪنگڻ کي کهڙي آرسي؟ مهرباني ڪري، زبان بند رک. هن ٻچاءُ حالت جو ڪوبه عذر ڏيئي نٿو سگهين.“

انهن چئي مهرالنسا کي ٻالهن کان گهليندي، راڻي، وٽ آئي ۽ زار زار روئي، چواڻ ته ”راڻي! دنيا ٻدي، سان پوري ٿيئي آهي. اشرافت ۽ پاڪدامنيءَ جو ڪو قدر ڪونهي. هن منهنجيءَ لاوريءَ ڌيءَ تي واري ڪئي ۽ آرام وڃڻي ڪيو ته شهزاد و سليم وٽي اوچتو مٿانس ڪڙڪيو. اڄ وڃان ته ڏسان ته ٻئي هڪ ٻئي سان رهاڻيون پيا ڪن. هي آهن پنهن جو حال. هاڻ جڻن لوکي سهڻي نظر اچي ائين ڪر.“ راڻيءَ گهڻي افسوس سان جواب ڏنو ته ”منهن جو سليم اچا جوانيءَ جي اُنڌ ۾ آهي، ۽ هر ويرو ويل ڪينهي. يقين ڄاڻيج ته سندس الهيءَ بدچال جو

جوڳو تدارڪ ڪيو ويندو. ٻيو پلائي ڪري، ڳالهه
ڪنهن سان نه ڪجي." بيگم چيو ته "مان تنهنجيءَ
مرضيءَ پٽاندر هلنديس. ڳالهه کي ڳجهي رکڻ مان
الٽو منهنجيءَ ذيءَ جو فائدو آهي."

پوءِ بيگم راڻيءَ کان موڪلائي، اُٿڻ تي هئي
ته مهرالنساء راڻيءَ جي پيرن تي ڪري، ليلائي چيو
ته "رحمدل راڻي! منهنجي وينتي ٻڌ. يقين اٿم ته
تنهنجي دل منهنجي مائٽن جهڙي سخت نه آهي.
سليم مونکي دل و جان سان پيار ٿو ڪري، ۽ آءٌ به
کيس انهن ئي پيار ٿي ڪريان. خدا گواهه آهي ته
مونسان ڪابه بيجاءِ هلت نه ڪئي اٿس. معاف
ڪجانءِ جو هڻن لڄ لاهي، پنهنجيءَ محبت جو اظهار
ڪيو اٿم. پر لاچاريءَ ۾ ڪي به روا آهي. آءٌ وري
وري ٿي چوان ته شهزادي کي آءٌ سچيءَ دل سان
پيار ٿي ڪريان. آءٌ لوڪي ڳجهيءَ ۾ پلاند پائي، منٿ
ٿي ڪريان ته هيءَ گهنگهور جو منهنجي مائٽن مونلاءِ
سٿيو آهي، تنهنکان مونکي آجو ڪر. علي قلي بيگ
سان منهنجي الفت مور واهه نه ٿيندي. او به همعصه
سڀيءَ ماهه جهان منهنجي سار لڌي آهي. هيءَ واهو
جي ويل اٿيئي. همت ڪري هن اوڙاهه مان ڪڍ ٻم."

هي حرف ٻڌي ماڻس جا ڏند ڄڻ سان لڳي
ويا. ڏيءَ کي ٻولندو ڏسي چيائين ته ”ڇوري لدوري!
الهيءَ کان ته هوند بيابان ۾ مري وڃي ها ته چڱو.“
پر مهرالنسا جي ليلڙائين راڻيءَ جي دل ڀڄائي وڌي:
هڪل ڪري چياءِ ته ”بيگم! هرو ڀرو اهڙي ڪاوڙ؟
جي ويچاريءَ مهرالنسا پنهنجي اندر جو حال مونسان
اوريو ته الهيءَ ۾ ڪهڙي اهڙي خطا ڪيائين؟ ڇو،
منهنجي ڏيءَ نه آهي؟ نوڪي پلا ڪهڙي سڌ نه سهي
محبت ڪهڙي شيءِ آهي؟ هاڻ ڇڏ الهيءَ قصي کي.
مولتي ... ته سڀ چڱي ٿي ٻولدي. مهرالنسا!
تون دل نه لوڙهه. آءٌ تنهنجو ڪم پنهنجو ڪري
سمجهندي س. تنهنجي سڪ لاهه لوس اچاءِ ڪندي س.“
پوءِ مهرالنسا ۽ ماڻس راڻيءَ کان موڪلائي گهر
روانيون ٿيون.

شام جي وقت، شاهي محلات ۾ شمعن ۽ هنڌ ڻن
جي جهرمر لڳي وئي. انهنجي روشنائيءَ لي سفيد
سنگ مرمر جي پٽ جهلڪا پئي ڏنا. آس پاس مر
۽ اوبان مجمرن ۾ پئي ٻريا، جنهن سڳنڌ ۽ سرهاڻ
مغز کي تراوت ٿي ڏني. اڪبر اڄ ڏاڍو سرهو ٿي
ڏٺو. سهڻي ساڻ ڪيڪاري، جوڌ ٻائيءَ جي ٻر ۾ لي

ويٺو. پر راڻيءَ کي مايوس ڏسي، پڇيائين ته ”ڇو ته مڙيوئي خير آهي؟“

جوڌ ٻائي: ”هائو، مڙيوئي خير آهي، پر دل تي هڪ ڳالهه اٿم جنهن مٿئون ئي منجهائي چڙهيون اٿم.“

اڪبر: ”ڪهڙي آهي اها ڳالهه؟ جلد ٻڌاءِ. توکي مايوس ڏسي، مونکي الائي ڇا ٿو ٿئي.“

جوڌ ٻائي: ”مهرالنسا، مرزا غياث بيگ جي نياڻي، ته ڏٺي هوندءِ. قصو ڪوتاهه، ته اسانجو سليم مٿس عاشق ٿي پيو آهي.“

اڪبر: ”الهيءَ ۾ ڪهڙو عجب؟ مهرالنسا اهڙي موهڻي آهي جو جيڪر ملائڪ به مٿس عاشق ٿي پون. راڻي ٿي، راڄ ڪرڻ جي هوءَ هر طرح لائق آهي. توکي ته ٻاڻ خوشي ۽ فخر ڪرڻ گهرجي، جو اهڙي نُنهن ٿي ملئي. مونکي اها ڳالهه بلڪل پسند آهي، ۽ پڪ اٿم ته توکي به وڻي ٿي.“

جوڌ ٻائي: ”هيءُ فقط اسان جي پسنديءَ جي ڳالهه ڪانهي. ٻين ڪيترين ڳالهين جو خيال ڪرڻو آهي.“

اڪبر: ”سچوءَ سچ اهي سڀ ڳالهيون آسان آهن. عشق اهڙي عجب چيز آهي، جو رڪ کي به ڳاري پاڻيءَ جهڙو نرم ڪيو ڇڏي. ياد اٿيئي ته

جڏهن مان تنهنجي دام ۾ گرفتار ٿيو هوس، تڏهن ڪنهن ٿي ڄاتو ته تنهنجا مائٽ مون ساڻ انهن جي شادي ڪرائيندا؟ پر ڏسڻ ۾ پيار جي آکه، ڪڏهن ته هٿ ڪيو ماڻهو. اُميد ته سليم به اهڙيءَ ريت مهرالنسا کي پنهنجي وس آڻي سگهندو. پر مولڪي ته سليم ۾ نيڙ ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. عيش عشرت جو سو ڪوڏيو گهڻوئي آهي، باقي پيو ٿيو پلو."

جوڌ ٻائي: "جوانيءَ جي جوش ۾ آهي، پر دل ٻيڙي نه اٿس. مولڪي وڏي اُميد آهي ته مهرالنسا سان شادي ڪرڻ ڪري سندس خياليءَ ۾ گهڻي تبديل ٿيندي."

اڪبر: "حقيق، محبت هڪ عجيب چيز آهي. محبت جي ڪيميا ٽامي کي زر بڻائن ۽ تلخيءَ کي شيرين، ڦاهيءَ کي تخت ۽ آهيءَ کي بخت، نار کي نور ۽ ديو کي حور، بيماريءَ کي صحت ۽ قهر کي رحمت، مردي کي زندو ۽ شاهه کي بندو بڻائي ڇڏي."

جوڌ ٻائي: "سچ، پر سليم لوهان وانگر نه آهي، جو هٿي رچي هند ڪندو. اسين جي مدد ته ڪنداسونس، ته مشڪلاتون هٿي منجهانئي رڪنديس."

اڪبر: "مولڪي ته ڪا به مشڪلات نظر ڪانه

ٿي اچي . مهرالنسا ڪنهن ٻئي جي محبت ۾ ڦاٿل آهي ڇا؟ جي ائين آهي، ته آءٌ ڪي به ڪري نه سگهندس . پر سمجهانٿو ته مهرالنسا سليم کي پيار ڪرڻ کان پاڻ روڪي ڪين سگهندي ; ڇو ته هو به جهڙس ٿي سهڻو ۽ من موهڻو آهي. آهن سي ٻئي هڪ ٻئي جا لائق."

جوڌ ٻائي : "مهرالنسا ته سليم جي نالي ئي نهال آهي. ماڻ اڳيان پنهنجيءَ محبت جو مذڪور مون سان ڪيو اٿس. اڄ اڄ سليم سان ڳجهون وهاڻيون ڪيون اٿس. آءٌ سمجهان ٿي ته هن کان اڳ به ضرور پاڻ ۾ گڏيا هوندا."

اڪبر : "جي ائين آهي، ته پوءِ ڪهڙي مشڪلات درپيش آهي؟ مونکي پڪ آهي ته مرزا غياث بيگ کي ڪو اعتراض ڪونه هوندو."

جوڌ ٻائي : "نه، نه، غياث بيگ کي اعتراض آهي. هن مهرالنسا جو مڱڻو علي قلي بيگ سان ڪري ڇڏيو آهي، ۽ اهڙو هوڏي آهي جو پنهنجو فيصلو ڪنهن به صورت ۾ رد نه ڪندو."

اڪبر : "تڏهن ڀلا تنهنجي ڪهڙي صلاح آهي؟"

جوڌ ٻائي : "مرزا غياث بيگ کي توهين قبول ڪرايو."

اڪبر: "آءٌ مرزا غياث بيگ ڪان [illegible] ڪريءَ ڪوبہ ڪم نہ ڪرائيندس. نہ فقط ائين، آءٌ مورڳو اهڙا ڳالهہ بہ ساڻس نہ ڇوريندس. پر ڏهڍي جي، هر وڏيرو مرضي آهي، انهيءَ ڪٽي ڪڇهريءَ ۾ اهڙو اشارو ڪندس جنهن مان معلوم ٿيندو تہ جيڪڏهن سليم ۽ مهرالنسا پاڻ ۾ شادي ڪندا تہ آءٌ بلڪل ارهو نہ ٿيندس. پر هاڻ ڇڏ انهيءَ ڳالهہ کي. اڄ تہ ڪو وقت فرحت ۽ خوشيءَ ۾ گذاريون."



## (٥)

مهرالنسا : ماڻس جڏهن شاهي محلات ڇڏي گهر روانيون ٿيون، تڏهن سليم کي انهن ڏسڻ ۾ آيو ته جڻ ته روشن بهشت مان نڪري اچي ڪاري ڪن ۾ پيو آهيان. اٿي ٻاهر وڃڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر درد اهڙو جهوري وڌو هوس جو اٿڻ جي سگهه ئي ڪانه هيس. لاچار پلنگ تي ليٽي پيو، ۽ ڪجهه وقت لاءِ ڳوڙهيءَ ڳڻتيءَ ۾ گهيرو ٿيو پيو هو، تان جو مٿان اچي تماشو ٿي. ليٽ اٿان اٿي، رڙهندو رڙهندو اچي پنهنجي ڪمري ۾ داخل ٿيو. اتي سندس يار دوستار اڳي ئي اچي ڪٺا ٿيا هوا، جن کيس گهڻيءَ اڪير سان ڪيڪار ڪئي؛ پر هن نڪي ڪجهه نڪي پڇيو، ماٺ ڪري وڃي بستري تي سمهي رهيو. مرزا ابراهيم جو ساڻس گهڻو گهائل مائل هو، تنهن کيس مايوس ڏسي، ويجهو وڃي چيو ته "شراب ۽ گانو حاضر آهن. حڪم ٿئي ته پيالو پر ڪريان."

سليم: منهنجي سيني اندر اهڙي باهه پيئي ٻري، جو ساري جهان جا شراب به اُنکي اجهائي نه سگهندا."

مرزا ابراهيم: ”جناب! آءُ نہ اهڙين ڳوڙهين ڳجهارتن ۾ سمجهان. زبان سان ڪٿي ڇڏ نہ چا گهرجي. آسمان مان چنڊ گهرجي، نہ آءُ اهو بہ هڪ لحظي ۾ ميسر ڪري ڏيندس.“

سليم: ”چڱو سهي ڪيو ائين. يار! مونکي بہ هڪ چنڊ جهڙي دلدار جي فراق جهوري وڌو آهي.“

مرزا ابراهيم: ”چو جناب! هوءَ اوهانجو پيار نٿي موٽائي ڇا؟ مونکي تہ اعتبار ئي ۾ اچي تہ ڪو ائين هوندو.“

سليم: ”هوءَ نہ مونکي دل و جان سان پيار ٿي ڪري.“

مرزا ابراهيم: ”انڌهن پلاءِ حڪم ٿئي تہ آڻي حاضر ڪريولس.“

سليم: ”ڪا لاهہ لڙاڪدي يا مشڪ قندٿي ڏني آڻيئي ڪٿن؟ هوءَ حياءَ ۽ شرم جي مورت، ۽ نوڪريءَ ۽ پاڪدامنيءَ جي صورت آهي، ۽ منهنجي محبت رڳو وهم يا خيال نہ آهي، بلڪ هميشہ جناءَ ڪرڻ وارو جذبو آهي. آءُ ڪمس پنهنجي تن ۽ من، ڌن ۽ دولت جي ڏيا ڪرڻ لو چاهيان.“

مرزا ابراهيم: ”جيڪڏهن توهانجي ايت آهي نہ

ساڻس نڪاح وجهو، ته پلا پڌايو ته سهين، ڪنهنجي ڌيءَ آهي ته آءٌ رڃي کو اپناءَ ڪريان."

سليم: "مرزا غياث بيگ جي."

مرزا ابراهيم: "مار! مهرالنسا جي محبت ۾ اٽڪيا آهيو!"

سليم: "هائو، پر نڪاح جي ڪا اُميد نٿي ڪالهي، ڇو ته مرزا غياث بيگ کس علي قلي بيگ سان پرڻائڻ جو پڪو په ڪيو آهي."

مرزا ابراهيم: "ساءِ! مرزا غياث بيگ کي جي خبر پوي ته مهرالنسا تي توهان خواهان آهيو، ته هو ته جيڪر شاد مانا ڪري ڇڏي."

سليم: "نه، نه، هو پنهنجيءَ ڳالهه تان هرگز ڦرڻ وارو نه آهي. پر وري به جي همت ڪريان، وڃي زور لائيندس ته شايد قصو بڻجي پوي."

مرزا ابراهيم: "ڏسو ته آءٌ ڪٿي تو ٻار آڻيانس. اوهين کو انتظار نه ڪريو. هاڻ دير ٿيندي ٿي وڃي، اچو ته پيالا پر ڪري، سڀ درد ۽ غم ميساري ڇڏيون."

پوءِ ته سڀ سنگتي شراب، ناچ ۽ ڳائڻ ۾ مشغول ٿي ويا، تان جو اچي مٿان اڌ رات ٿي.

صبح ساڻ مرزا ابراهيم سهڻي سنهري، هڪ عمدي گاڏيءَ ۾ چڙهي مرزا غياث بيگ جي گهر ڏي راهي ٿيو. خوش خبرعافيت ڪري، مرزا غياث بيگ سان سليم جي محبت جو ذڪر ڇوريائين. مرزا غياث بيگ وائڙو ٿي ويو. اندر ۾ ڏاڍي منجهيو، پر ٻاهران منهن مٺو ڪري چيائين ته "مهرالنسا جو مڱڻو مون علي قلي بيگ سان اڳيئي ڪري ڇڏيو آهي، ۽ هڪ اهم ته جڏهن شهزادي کي هن ڳالهه جي ٻروڙ پوندي، تڏهن پاڻمراد و مهرالنسا جو خيال لاهي ڇڏيندو." مرزا ابراهيم جواب ڏنو ته "ڪيس هن ڳالهه جي اڳيئي خبر هئي. الهيءَ ڪري ته هيڪاري عاجز ۽ پريشان آهي. سچ ڪري پڇو ته مهرالنسا کي ڏسڻ شرط، شهزادي جي دل ڪسي ڪباب ٿي ويئي آهي، انتظاري ۽ بيقراري وڪوڙي ويئي اٿس." هن گفتن مرزا غياث بيگ تي ڪو اثر ڪونه ڪيو. مرزا ابراهيم بار بار سمجهايس، پر هو نه مڙيو. آخر غفي تي چيائين ته "نهايت ارمان اٿم جو هيءَ ڳالهه منهنجي وس کان ٻاهر لڪري ويئي آهي. علي قلي بيگ سان قول ڪري ويٺو آهيان، سو لاچار ٻاڌو پوندم. البت جي علي قلي بيگ مهرالنسا

کان پاڻمرادو منع ڪندو، ته پوءِ مونکي ڪو اعتراض نه آهي."

مرزا ابراهيم خدا حافظ ڪري، سڌو آيو علي قلي بيگ وٽ، جنهن سندس گهڻي مرحبا ڪري پڇيو ته "شهزادو نه خوش چڱو ڀلو آهي؟"

مرزا ابراهيم: "شهزادو خوش چڱو ڀلو آهي. آءٌ سندس پاران اوهان وٽ آيو آهيان."

علي قلي بيگ: "شهزادي کي منهنجي ڪهڙي درڪار آهي؟ آءٌ ته مٿانئس جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان."

مرزا ابراهيم: "اوهانجي جان جي ڳالهه نه آهي، جيتوڻيڪ شهزادي کي اُن لاءِ گهڻو قدر آهي. هيءَ نه عشق جو معاملو آهي. مهرالنسا، جنهنسان توهان جو مڱڻو ٿيل آهي، تنهن تي شهزادو عاشق آهي. مونکي موڪليو اٿس ته توهانکي منت ڪري، مهرالنسا کان دست بردار ڪرايان."

علي قلي بيگ ٽپي اٿي ويو، ۽ ڏاڍي جوش سان وراڻي ڏنائين ته "مون پنهنجو سر وڪيو آهي، نه عزت، مون پنهنجو بدن وڪيو آهي، نه روح. مگر تان آءٌ مڙو هٿ نه کڻندس."

مرزا ابراهيم: ”ٻن ساهه! جي خود مهرالنسا شهزادي جي محبت ۾ اَڙيل هجي، ته پوءِ اوهانکي ساڻس شادي ڪرڻ مان ڪهڙي راحت رسندي؟“

علي قلي بيگ: ”بس! وڌيڪ زبان درازي نه ڪريو.“

مرزا ابراهيم: ”پاڻيهي اٿهيءَ اُپرائيءَ جو نتيجو لوڙيندا.“

علي قلي بيگ هن حرف ٻڌڻ اُٿي ٻڌا ڪري، مرزا ابراهيم کي خدا حافظ چئي، روانو ٿيو.

مرزا ابراهيم سڌو مونجو شهزادي وٽ، جنهن پريانهن سندس لڪل مدهن مان معلوم ڪيو ته فتح ڪالهي. پوءِ مرزا ابراهيم سربستي ڳالهه ڪري ٻڌايس، ۽ صلاح ڏنائينس ته ”جيڪڏهن اوهانجو نيڪ ٿي ارادو آهي، ته ڏس ۾ دل و جان سان ڪوشش ڪري، ته سڀ مشڪل آسان ٿي پون. بهتر آهي ته ڪس هڪ خط لکو، جنهن ۾ بيان لاءِ جهيءَ سارو داستان پيش ڪريوس.“

شهزادي کي هيءَ صلاح بلڪل پسند آئي، ۽ ڪٽيڪي ڪاغذ ۽ قلم هن ريت خط لکيائين:

”مهرالنسا، مرزا غياث بيگ جي ڌيءَ، جنهن

...سندس گفتگو ٻڌي ڪئي، ۽ انهن جي نفاق ۽ ناسازيءَ
جي آزمان ٻڌي ڪاڙو. حال مباحثو مهمل ڪيو ويو،
۽ ابو الفضل کي خط جي گذارش ڪرڻ جو اشارو
مليو. هن بلند آواز سان سارو مضمون پيش ڪيو.
اڪبر ٻڌي چيو ته ”اڄان راس راڻيءَ مون سان هن
ڳالهه جو ذڪر ڪيو آهي. بيشڪ! مهرالنسا سونهن
جي کاڻ آهي. شڪ نه آهي تہ اُنهي الفت سليم
کي ڪم جي ڪن مان ڪڍي، سنئين مارڳ تي
آڻي. پر خبر نه آهي تہ مرزا غياث بيگ جي ڪهڙي
مرضي آهي. زبردستيءَ آءٌ هنڪان ڪجهه به نه ڪرائيندس،
مگر جي پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان مهرالنسا کي سليم
سان پرڻائي ڏيندو تہ آءٌ نهايت خوش ٿيندس.“

ابو الفضل: ”حضور جن کي ليکو شن هجي
تہ هيءَ نهايت نازڪ مسئلو آهي. بهتر ائين آهي تہ
اوهين پاڻ مرزا غياث بيگ سان ذڪر ڇوريو.
جيڪڏهن هو اهام شڪديءَ کان انڪار ڪري، تہ
پوءِ شهزادي کي ڪا تدبير ڪري اُتي تان لاهڻو پوندو.“

اڪبر: ”سليم جو مهرالنسا تي ذاتو ۽ آرواح تو
ڏسجي. مبادا جي مرزا غياث بيگ باز نٿو اچي تہ
ڏسجو متان سليم ڪو اهڙو قدم نہ کڻي.“

أبو ألفضل: ”انهن جا ڪهڙا سبب؟ سندس سپاهه اهڙو ڇلولو آهي جو دري نه ڪو اهڙو آيس نه مهرالنسا جي محبت من تان مسارجي ويندي.“

اڪبر: ”لڏهن، اوهان ڪيس ڀوڙو نه ٿو وڻي. اِجان جوانيءَ جي اُٿل ۾ آهي، جنهن ڪري سندس اوچا خيال ۽ نيڪ ارادا جلدئي برباد ٿيو وڃن ۽ هو مولڪي وڏي اميد آهي ته هو سنت ٿي پاڻ سنڀاليندو. سوهان پاڻ مولڪي بار بار پڌي ڇيو آهي ته منجهس برجستائيءَ ۽ بردباريءَ جي ڪمي ڪانهي.“

أبو ألفضل: ”بيشڪ! مگر هڪ وڏي اوڻائي جا منجهس موجود آهي سا هيءَ آهي جو ڪم ئي دل اصل لئي ورئيس.“

اڪبر: ”آخر اهڙو به زمانو ايندو جو مڙس ٿي ڪم ڪار کي منهن ڏيندو. شايد مهرالنسا جي محبت الهيءَ ڏس ۾ هٽي وڃي مدد ڪري.“

أبو الفضل: ”اِجهو مرزا غياث بيگ ۽ علي قلي بيگ به پيا اچن. ڏاڍو خاصو. هاڻ ويهي، هڪ وار ڳالهه جي صفائي ڪري ڇڏجي.“

اڪبر: ”بهتر اِهن آهي نه اوهين ڳالهه ڇوريو.“ مرزا غياث بيگ ۽ علي قلي بيگ سجدو ڪري،

ويهي ويا. حال احوال ڏيڻ بعد، ابو الفضل مرزا غياث بيگ کي ٻاسيرو وٺي، سائنس ذڪر ڇوريو. مرزا غياث بيگ ساڻس ڪري ساري ڳالهه ٻڌي، بادشاه ڏي منهن ڦيرائي عرض ڪيو ته "آءٌ پنهنجو تن ۽ ڌن، مال ۽ ملڪيت حضور اعليٰ جي خدمت ۾ قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، پر نه عزت ۽ آبرو. افسوس! آءٌ بيوس آهيان. علي قلي بيگ سان انجام ڪري ويٺو آهيان، جو هرگز نه ٽوڙيندس. پر جيڪڏهن علي قلي بيگ موليکي پنهنجي انجام کان آجو ڪري، ته پوءِ البت شهزادي سان سڱ ڪرڻ منهن جي لاءِ فخر جو باعث ٿيندو."

هي حرف ٻڌندي علي قلي بيگ پڪاري چيو ته "مگر کي ڌارئي سان شادي ڪرڻ جي منظوري ڏيان، تنهن کان ٻالڪي خنجر هٺي نه پورو ڪريان؟"

اڪبر: "ٻڌهن، تون پنهنجي ارادي تي قائم آهين؟ منهنجي مرضي بي هئي، پر ٺهيو. وڃ، وڃي هڪدم شادي ڪري ڇڏ."

مرزا غياث بيگ: "ڀلا! اسين ٻئي جو هن ويل اوهانوٽ ڪهي آيا آهيون، تنهنجو خاص مطلب هيءُ آهي جو اوهانکي عرض ڪرڻون اٿون ته حضور جن

مهرباني ڪري شهزادي کي نصيحت ڪن ته متان مهرالنسا جي شاديءَ ۾ رڪاوٽ نه ڪري."

اڪبر: "سليم کي مقدور نه آهي جو ڪي ڪري. وڃي شاديءَ جو سانباهو ڪريو، ۽ جلد."

مرزا غياث بيگ ۽ علي قلي بيگ رخصت وٺي، روانا ٿيا. پوءِ اڪبر ابوالفضل کي چيو ته "مون اڳيئي ٿي سمجهو ته هو پڻ انڪار ڪندا. آءٌ ڪين ڪو به قصور ڏيئي ٿو سگهان. البت، سڪندر کي انهن تي سيبائي. ۽ هاڻ سوال آهي ته سليم کي ڪئن باز آڻجي. منهنجي صلاح آهي ته ڪنهن حيلي بهاني آگري کان ٻاهر ڪڍجيس، ۽ ڪا اهڙي مشغولي مقابل ڪجيس جو مهرالنسا من تان ميٽجي وڃيس. اُدي پور جي راڻي وري فساد ڪڙو ڪيو آهي. چونه سليم کي سپهسالار ٿي وڃي اهو فساد بند ڪري؟ جنگ جي جوش وچان مهرالنسا ياد ني ڪانه پونديس، ۽ جيستين لڙائي پوري ٿئي، تيستين سندس سڪ اُجهامي ويندي؛ ۽ وري جي موٽي اچي ڏسندو ته مهرالنسا جو نڪاح ٿي ويو آهي، ته هيڪاري آسرو ئي ڇڏيندو. هاڻ، پلا، سليم کي منهنجي پاران لکو، ته سعيو ڪري اُدي پور ڏي جلد روانو ٿئي."

## (٦)

پيءُ جو خط پڙهي، سليم جا چهرا ڇڄي پيا. سڀ آسرا اميدون انهيءَ ساعت ڇٽي ويس. هڪدم سهي ڪيائين ته بابي جي مراد آهي ته آگري کان ٻاهر هجان ۽ پر بيوس هو، ڇو ته جاڻائين ٿي ته شاهي حڪم جي انحرافي ڪرڻ ڪا جهڙي تهڙي ڳالهه نه هئي. سندس حال اهڙو هو جهڙو ڪنهن پڃري ۾ قاٿل شينهن جو: جڪ پئي کاڌائين، مگر ڪري ڪي نٿي سگهيو. گهٽيءَ اڌماد پئي آيس. آخر اداس دل کي دلاسو ڏيئي، ويچار ڪيائين ته "جي مهرالنسا مونکي سچو پيار ڪندي هوندي، ته مائٽس سندس مرضيءَ جي برخلاف پئي ڪنهن سان پرڻائي ڪين سگهندس؛ پر آگري ڇڏڻ کان اڳ، ڪهڙيءَ به ريت سانس هڪڙو ڀيرو ملاقات ڪرڻ ضرور آهي. جي لکي سر خاطري ڏنائين ته منهنجي حق ۾ رهندي ته واه واه، نه ته نه، حياتيءَ تان آسرو پلٽو پوندو." انهن ئي خيال پئي پچايائين ته ڪن تي ڪنهن آواز جو پڙلاءُ پيس. منهن

ورائي ڏسي ته سندس ٻڍڙي دائي، فريده، جنهن
کيس ننڍي کان نپايو هو، سا وڏي واڪي ٻڌي چوي
ته "پٽڙا! توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟ هي هنجون ڇو
هاريون اٿمئي؟ مونکي ته پنهنجو سڀڙ سل." فريده
کي ڏسي سليم کي البت آٿت آيو. چيائينس ته
"مادر مهربان! اون ئي منهن جي درد جو دارون
ڪري سگهندينءَ. هن مصيبت جي مهل ٻيو ڪير
آهي جو منهنجي مددگاري ڪندو؟ ٻڌ ته ٻڌايانءِ:
مهرالنسا جي موهڻيءَ مورت تي مفتون ٿي پيو آهيان
۽ آرزو اٿم ته ساڻس شادي ڪريان. پر ٻڌو اٿم ته
پئس سندس منگڻو علي قلي بيگ سان ڪري ڇڏيو
آهي. بابو به هن ڳالهه ۾ مونسان ٻيلي نه آهي، اٿلو
مونکي آگري کان ٻاهر ڪڍڻ جي سٽ سٽي اٿس
اهيءَ مراد سان ته پل ته مهرالنسا جي شادي منهن
جي پرپٺ ٿي وڃي. ڏاڍي سڪ اٿم ته آگري ڇڏڻ
کان اڳ هڪ واريءَ مهرالنسا سان ملاقات ڪريان."
فريده جواب ڏنو ته "بابل! مهرالنسا جي قبوليت
بنان ملاقات ڪئن ٿي سگهندي؟ پر وقت منجهه
ڏيهم ها ته اهو منگڻو مور نه ڪرڻ ڏيان ها. پهلا،
مهرالنسا به توکي پيار ڪري ٿي يا نه؟ اڳي ڪڏهن

ٻاڻ ۾ مليا آهيو؟ جي ها، ته پوءِ هاڻ ملي ملاقات
ڪرڻ ۾ ڪهڙي مشڪلات آهي." شهزادي وراڻي
ڏني ته "اسين ٻاڻ ۾ ٻه چار ڀيرا گڏيا آهيون، ۽ ٻاڻ
پنهنجيءَ شيرين زبان سان اقرار ڪيو اٿس ته ٻاڻ ٻه
مونکي پيار ڪري ٿي. لون فقط ايتري پلائي ڪر
جو منهنجو رقعو رسائي، ڪانئس انهو جواب آڻي ڏي."
فريده جواب ڏنو ته "هيءَ ته آسان ڳالهه آهي. پلا
لڪ رقعو ته اڪ چنپ ۾ جواب آڻي ڏيانءِ."
سليم ڪاغذ ڪڍي، هيٺين لکيو:

"حياتيءَ کان به وڌيڪ پياري مهرالنسا! اوچتو شاهي
فرمان مليو اٿم ته لشڪر سميرائي، اڏيپور تي
چڙهائي ڪر. لاچار حڪم مڃڻو پيو. جي سوپارو ٿي،
صحيح سلامت ماڳين تي موٽي آيس ۽ معلوم ٿيم ته
منهنجي غيرحاضريءَ جو وجهه وٺي، لوڪي علي قلي بيگ
سان پرڻائي ڇڏيو اٿن ته خدا ٿو ڄاڻي جو ٻاڻي جو
اهنس اڏائي ڇڏيو ڪندس. پلائي ڪري، آءٌ وڃان
تنهن کان اڳ هڪ وار اچي مون سان مل."

فريده رقعو وٺي، ٻالڪيءَ ۾ چڙهي، مرزا غياث بيگ
جي گهر ڏانهن راهي ٿي. ڪن ساعت ۾ اچي آلي
پهتي. مهرالنسا ۽ ماڻس سان ڪيڪاري، حال احوال

وٺي، بيگم کي چيائين ته ”اڄ هن مهرالنساءَ کي علي قلي بيگ سان شادي ڪرائڻ جو ڪو خيال ڪيو اٿيئي؟“ بيگم جواب ڏنو ته ”مڙسم جي اها مرضي آهي.“

فريده: ”پر مڙسن کي زالن قصن جي ڪهڙي خبر؟“

بيگم: ”سچ، پر مڙس اسان جا مالڪ آهن. اسانکي سندن مرضيءَ پٺاندر ٿي هلڻو آهي.“

فريده: ”نه، نه، پاڻ کي پنهنجو ڏکو رکڻ گهرجي. مردن کي مائٽن جي ڪهڙي خبر؟ اهڙن ڳالهين ۾ ته اسانکي خود مختيار هئڻ گهرجي. عجب ته تو وٽهي مڙس جي آڻ مڃي آهي.“

بيگم: ”مان سمجهان ٿي ته اهيءَ ۾ اسان جي پار جو ڀلو آهي.“

فريده: ”ڀلو، ڇڏ اهي قصا ڪي. مهرالنسا! ٻلڙي! چئو، تون اڄ سن ۾ آهين؟ چئو، اڄ لڪي ٿي پنهنجو پرس ڏيکاريئم، لڪي ٿي گل ۽ ڦل سنگهائيئم. شايد پائيئن ٿي ته فريده پڇي ٿي ويٺي آهي، سو اهن شين مان ڪهڙو مزو ايندس.“

مهرالنسا: ”اڇو، ڪمري مان ڪٺي آڻي ٿي ڏيکاريانءِ.“

فريده: ”مونکو آءٌ توسان گڏ ٿي هلان.“

انهن ڇهن ڏينهن اُن ڪُڙي ئي ۽ مهرالنسا ساڻ گڏجي سنڌس ڪمري ۾ ويٺي. اُن ڪيس اڪيلو ڏسي، سليم وارو پرزو ڪڍي هٿ ۾ ڏنائينس. مهرالنسا ساڻي ٿي ويٺي، ڇو ته ڪل ڪانه هيس ته فريده جو مطلب ڪهڙو آهي. هو پرزي پڙهڻ شرط اکين مان ڳوڙها ڳڙي آيس. نيٺ ڪاغذ ڇني، ٽڪر ٽي رکي، اُن جو اُن جواب لکيائين ته "شام جو باغ ۾ گڏباسون."

فريده گهڙي ڪن ڪانپوءِ، مهرالنسا ۽ ماڻس کان موڪلائي، اُتي روانې ٿي. سڌي آئي شهزادي سليم وٽ، جو سندس موٽ لاءِ منتظر هو. مهرالنسا جو جواب پڙهي، خوشيءَ ۾ آيو. هو جيستائين شام اچي ٿي اچي، تيستائين دل دڪ دڪ ڪيس، ۽ پل پل ورهيه ٿي لنگهيس. نيٺ سمن جي ساعت اچي سهڙي. سليم سٽ ڪڍي اچي غياث بيگ جي بستانسرا وٽ پهتو. هو اُتي ڪيس هڪ وڏي مشڪلات درپيش آئي. باغ جو حاطو اٽڪل ٻه گز اوچو هو، ۽ دروازي کي اندران قلف چڙهيل هو. هيڏانهن هوڏانهن ڏٺي ڦريو، ته من اندر گهڙڻ جو ڪو رستو هٿ لڳي. نيٺ هڪ ٻڙ جي وڻ جون ٽاريون حاطي تي لمنديون

ڏنا. تب ڏينهن، انهن جي لشڪر، جنهن لئن ڪري
خاطر چڙهي، هيٺ نهو ڏنا. مهرالنساء سندس لاءِ
اڳيئي منتظر ٿي بيٺي هئي، سو ڪيس ڏسڻ شرط،
خوشيءَ وچان، بيهوش ٿي ويئي. پر سنڀت ٿي سامهون
آئي، ۽ ٻانهون شهزادي جي ڳچي ۾ ڏنائين. شهزادي
ڏاڍيءَ اُڪير سان چيس ته "پياري! ڪهڙي نه
خوش نصيبي جي آهي جو وطن ڇڏي، ويهي سان سامهون
ٿيڻ ڪان اڳ وري به هڪ وار منهن مقابل ٿي ٿياسون."

مهرالنساء ڪو جواب نه ڏنو. ڪجهه وقت ٻئي
نپيءَ ۾ ويٺي رهيا. سڄو، ڇڪ هزارن سالن جا سهج
الهيءَ هڪڙيءَ پلڪ ۾ سمايل هئا. آخر مهرالنساء
چيو ته "منهنجا پيارا! مونکي دشمن جي وس ڇڏيو،
تون پاڻ هليو ٿو وڃين؟ تو جو مون سان قول ڪيو
هو سو بابي کي بادشاه کان ڇو ڇڙهه ڪرائي ناز
آڻيندين، سو ته ڪوڙ ٿي پوڙيءَ؟ انهن آهي ڇا ته بادشاه
به ناٻري واري آهي؟"

سليم: "پياري! بابي کي گهڻيائي آزي نيازي
ڪيم، پر ڪنو لي ڪين. اڄڪلهه شهر نيڪالي نصيب
ٿي آهي. هاڻ منهنجي زندگي ۽ سک، ٻئي تنهنجي
هٿ آهن. جي حڪم ڪرين ته لڪ چوريءَ هلي،

ڪيهن ڏوراهين ڏيه ۾ وطن اختيار ڪري، باقي حياتيءَ جا ڏينهن هڪ ٻئي سان محبت وندبون."

مهرالنسا: "اڙي آءٌ مور نه ڪندي س. اهڙي ڪڏهن ڪري، اباڻن کي ڪين لڄائيندي س."

سليم: "ني نه ڪابه واه ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي. اسانجو سنبنڌ نه ٿيندي ٻيءَ کي ٿو آڙي، نه ٿيندي. بابو نه رڳو 'انصاف! انصاف!' پيو ڪري. جڏهن اسانجا پيءُ ٿي اسانجا دشمن ٿيا پيئا آهن، تڏهن نه ديس پرديس ڪري، ڪنهن ڏاڍين ملڪ ۾ هلي، شادي ڪرڻ بنان ٻيو ڪهڙو بلو پيٽي آهي؟"

مهرالنسا: "انصاف! احمق، انصاف! جيڪي بادشاه کي انصاف نظر اچي ٿو، سو وڏو ني انصاف آهي. اسين ٻئي هڪ ٻئي کي پيار ڪريون ٿا ۽ رب به انهيءَ ۾ راضي آهي، ته بادشاه اسانجي عمر ڀر عذاب کي 'انصاف' ٿو سمجهي! جڏهن خدا مولکي مرضيءَ مختيار خلقيو آهي، تڏهن ڪهڙو حق آهي ڪنهنکي، جو مولکي ڇڙيالي مال جيان نيڪال ڪري؟ دل ٿي چوي نه وڃي بادشاه وٽ هن ناحق بيسبب فرياد ڪريان."

سليم: "منهنجي پڻ اها مرضي آهي. ڪوبه

عقل وارو انسان تنهنجيءَ حجت کي اڏو اچي ڪين سگهندو. افسوس جو منهنجي هوندي توکي مڙني دشمن سان اڪيلو چوٽ کائڻي پوندي! پر نه، نه، آءٌ توکي انهن پوسيلو ڇڏي نه ويندس. لاچار، شاهي فرمان نوڙو پيو."

مهرالنسا: "انهن کو نهندو؟ هي نه تيو دشمن کي هٿ وٺي هٿيار ڏيڻو. مفت هو بادشاه کي برغلائي، اسانجي برخلاف ڪندا. پر جي منهن به ماٺ، منهن به ماٺ ڪري، اڌپور اسهي، راجپوتن تي فتح ڪريءَ وري وطن ڏي واڳون واريندين، ته شڪ نه آهي ته بادشاه جي دل پڪي پوي ۽ پوءِ اسان جو ميڙاڻو ڪري وجهي."

سليم: "آءٌ نه نسورو تنهنجو تابعدار آهيان. جئن حڪم ڪرين، ائين ڪريان. آءٌ اتو پائيان نه منهن جي پر پٺ، تنهنجي مرضي رکڻي، توکي پرٺائي ڇڏيندا."

مهرالنسا: "آءٌ نه وڏائي ڪارون وس ڪنديس. هاڻ دور تي ويٺي آهي؛ وڃان، مٿان ڪو ڏسي نه وٺيڻون."

سليم: "ماري! الڏهن. مولڪان پاسي. تنهنجا آئي آهين؟ افسوس! تون نه جڏهن هتان هلي ويندينءَ، تڏهن هيءُ چنڊ جو هيڪر مهڙو صاف پيو چمڪي

سو هڪ ڪاڻهن جو ڪڪو ٻيو لڳو ايندو. اڃان
گهڙي ڪن نه ٿوس. ڪا روح وهاڻ نه ڪر. ٻيو ٻيئي
وساري نه ڪين ڇڏيندينءَ؟"

مهرالنسا: "وساريندينءَ ڪين؟ ٻار ٻار
پنهنجي پيار جو ٻيو ڏنو ٿي ماڻهو، ٻيو لوڪي
اڃان اعتبار لٿو اچي. پاڻهي ٻوءِ مجرابون ڏينديون."

سليم: "پياري مهرالنسا! تڏهن، مون کي هرگز
نه وساريندينءَ؟"

مهرالنسا: "ڇو ٿو اهڙا خيال ڪرين؟ ٻيو هاڻ
بهتر آهي نه جدا ٿيون، ڇو نه ماڻهوءَ جي مهل اچي ٿي
آهي ۽ سڀ منهنجي لاءِ پيا نهاريندا هوندا."

سليم: "اڃان سويل آهي. اڌ ڪلاڪ ڪن مس
رهڻ ڪئي اٿيئي."

مهرالنسا: "ٻيو انهيءَ اڌ ڪلاڪ اندر پنهن
جو ٿن من لوڪي اربي ڇڏيو اٿم."

سليم: چڱو پلا، هاڻ خدا حافظ! وري الائي
ڪڏهن ميڙاڻو ٿيندو؟"

مهرالنسا: "جلد ئي، ۽ هميشه لاءِ، ڇو نه وري
هرگز جدا نه ٿينداسين."

سليم: "هائو، جڏهن وري گڏ ٿياسين، تڏهن لڪ
چوريءَ نه، پر کليو کلايو. هاڻ، خدا حافظ!"

## (٧)

صبح جو وقت هو. آسمان ۾ تارا ٽمڪي اڃا ڪنا ٿيا هُوا ۽ زمين تان هوا آڏامي وئي هئي. گهٽ ۾ گهٽ جهڙي هئي: ماڻهو ماندو پئي ٿيو. شهزادو سليم شاهي حڪم موجب، هڪ وڏو لشڪر وٺي، ڪوهسار جي ٽڪرن ڏانهن ڪاهيندو پئي ويو. مهرالنسا اُس جو اُتي، ڪڏ تي چڙهي، شهزادي کي آڪري مان روانو ٿيندو ڏٺو. جڏهن سڄو دمبلو نظر کان غائب ٿي ويس، تڏهن سورج کان سڪايل گل جهان ڪومائجي ڪري پيئي. اُڌ ماڻن ۾ اهڙو ته محو ٿي ويئي، جو ڪنهن ڳالهه جي ڪل نه رهيس. ماڻس جا اُٿي اڃا سهڙي هئي، تنهنجو ته سماءُ ڪونه پيس.

بيگم ٿلي ٿوري چيس ته "ڌيءَ! ڪهڙيءَ نيءَ ۾ ٻڏي ويئي آهين؟" مهرالنسا ڇرڪ ماري، جواب ڏنو ته "اَما! آءٌ ڏاڍيءَ ڳوڙهيءَ ڳڻتيءَ ۾ گرفتار هيس."

بيگم: "ڌيءَ! هيءَ روش ته تنهنجي منهن تي نه لڳي پوي. نون جا اڳي کل خوشيءَ کانسواءِ پلڪ به

نه روئندي هئينءَ، ۽ سڄو ڏينهن پيئي اُٻڪ ٿيا
ماريندي هئينءَ، سو هاڻ ڪلاڪن جا ڪلاڪ موڪي
۽ مٽ مورڙهل پيئي ڏسندين، سو سبب ڪهڙو آهي؟
ڪهڙي ويڌن آئيئي؟"

مهرالنسا: "أما! ڪي ڪينهي. هيٺ ڏاڍي
گرمي ۽ گهٽ هئي، لنهڊڪري هت هلي آئيسءَ ٻو
هت به فرصت ڪانه ٿي اچيم. هوا صفا بند ٿي
ويئي آهي: وطن جا ڪن به نٿا چرن."

بيگم: "پياري ڌيءَ! چڱو چتراني. مون ٿي
مڙيائي ڪا ڳالهه ائيئي، جنهن منجهائي لولا لولا
ڪيو ائيئي."

مهرالنسا: "اهڙي نه ڳالهه ني ڪانهي. البت
گرميءَ سو منجهايو اٿم."

بيگم: "ماڙ منجهان! ڏهن مولڪي اهڙي جهڙي
سمجهو اٿيئي؟ نه، نه! مون به گهڻيئي سر آئلايا آهن.
جيڪي به نه لنهنجي اندر ۾ وهي وايو پيو، سو
آءٌ لنهنجي منهن مان ئي معلوم ڪري سگهان ٿي.
جڏهانڪر مڱي آهين، اڏهانڪر ڇهوڪري ڦري ويو
آهيئي. ضرور ڇس لي ڪا چنتا اٿيئي، جنهن
اهڙو مايوس ۽ اداس ڪيو اٿيئي."

مهرالنسا: ”امان! توکي ڪهڙي خبر؟ دل درياهه کان به اونهي آهي. ڪنهن کي مجال آهي جو انجي اٿاهه اونهائي ماپي سگهي؟ جيڪڏهن آءٌ اداس آهيان، ته ان ۾ ڪنهن جو ڇا؟“

بيگم: ”بيشڪ، پر ان جي لهرن مان ان جي اونهائيءَ جي پرک پئجي سگهي ٿي. مونکي تنهنجن خيالن جي چڱيءَ طرح خبر آهي. پر اٿي خوشيون ڪر. اڄهو، مهني اندر پرڻجي وينديءَ.“

مهرالنسا کي هي لفظ ٻڌي، ڄڻ ڪنهن کان وٺي چوٽيءَ تائين باهه لڳي ويئي، سو اُڇانگ ماري، ماءُ کي واڪو ڪري چيائين ته ”الله مونکي ڀلو وانگر مهڙي سيڙي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڦٽو ڪرڻو اٿيئي ڇا؟ ڀلائي ڪري، مونسان شاديءَ بابت ڪا ڳالهه نه ڪر.“

بيگم: ”ڏاڏي! مون ته توکي اڳيئي ٿي چيو ته آءٌ تنهنجي دل ٻوڪي رهي آهيان. تنهنجي مرضي آهي ته علي قلي بيگ سان نه پرڻجان. مون ٻڌو هو ته ڏاڍي سياڻي ۽ عقل واري آهين. [illegible] ڀلي هئين. اون ته [illegible] ۽ [illegible] چوڪون جهڙي آهين. علي قلي بيگ جهڙو لائق ڳولهڻ [illegible] ساري عمر توکي پنهنجي اکين جو تارو ڪري [illegible]

تنهنجي لاءِ اهڙي افسوس! ٻالڪي هڪ شهوت جي
گولي جي گولي ڪرڻ ٿي چاهين؟ واه تنهنجو عقل!"

مهرالنسا: "آها! آءٌ ڇا ڪريان؟ شهزادي کي
هرڪ هارجي ويو اٿم؛ يقين اٿم ته هو مونکي سچيءَ
دل سان پيار ٿو ڪري."

بيگم: "اهي اجايا خيال ڇڏي ڏي. شهزادي
جي مٺن لفظن تي موهجي نه وڃ. پڪ ٿي ڄاڻ ته
ته هو جلد ئي تو مان ڪڪ ٿي پوندو."

مهرالنسا: "ڇا تون جي مون مان ڪڪ ٿي پيو؟
منهنجو هيڏون نه هيرائي هٿ ڪري ڇڏيو اٿس.
الهيءَ مان جا فرصت ٿي اچيم، سائين مولا پس آهي."

بيگم: "مطلب ته هن تنهنجو مٺو اهڙو ته
قيرائي وڌو آهي، جو هاڻي لڄ لاهي ماءُ سان وٺي
آهين محبت جون ڳالهيون ڪرڻ!"

مهرالنسا: "ڪڏهن ٿي ڪالي وهندي، ته اهڙي
ڪڏهن به ڪهي. پر هاڻ جي ٻون چوڻ ٿي ته منهن
جو ليڙو ٿي لهي پيو آهي، ته اڄ ته ڳالهه جي اڳ ۾ ئي
صفائي ڪري ڇڏيون. اما! آءٌ توکي اڪي ٿوڪي
ٿي چوان ته منهنجي دل شهزادي سان ٻڌجي وئي
آهي، ۽ ڪانئس سواءِ پيو ڪو ڪانڌ نه ڪندي پس.

لوڪي ٻاڻ مون دلگير کي دلاسو ڏيڻ جڳائي. جي
تو مصلحت ۾ مدد نه ڪئي ته ٻيو ڪير ڪندو؟"

ٻاڻ لماڻا ليڻ ڪٽي ٻڌي ماءُ ڏي نهاريائين، ٻه ماڻس
ڪاڻڻ ٿي آيس. ليڪ گوڏن ڀر ڪري، عرضدارن وانگر
هٿ جوڙي، ماءُ جي پيرن تي ڪري پئي. اکين
مان اُجهل ڳوڙها ڳڙي آيس، ۽ منهن زرد ٿي
ويس. زبان مان ڳالهائڻ تي نه پئي اُڪليس. آخر
سڏڪا ڀريندي، ليلڙائي ڪري چيائين ته "اما! مون
اياڻيءَ جو اُجهو نه تون آهين، آسرو نه تون. مهرباني
ڪري، مون تي ٻاجهه ڪر. هن ويل موڪلي نه وسار.
جنهن شخص کي منهنجو جنت ٺٺو چاهي، تنهن سان
پرڻائڻ جي ڳالهه ڪري، منهنجي دکويل دل کي
ڇهچلاهه. ڀلائي ڪري، هن آفت کان رکي ونءِ.
هر ويرو اهڙي ڪاسائڻ نه ٿيءُ. جي زور زبردستي
ڪندينءَ، ته ڏک جي وکهي مري ويندس."

بيگم جواب ڏنو ته "ڇوري لدوري! هي ڇگو
مڃ مهابو الميگي! ڀلا، اهي پٺهين نه ڳالهه ڪريائس.
ڏسان ڇا ٿو ٿئي."

مرزا غياث بيگ ٻاهر ڪنهن ۾ لڪو بيٺو هو ۽
سڀي گفتگو ويٺي ٻڌائين. هاڻ ظاهر تي ڇپائين ته

"مهرالنسا! اهي لاليون جي ماءُ سان لنوبون الٺيون، سڀ مونکي به نه پڪا."

مهرالنسا: "بابا! آءٌ علي قلي بيگ سان لڳاح نه ڪنديس."

غياث بيگ: "مهرالنسا! عجب آهي جو تو جهڙي زيرڪ ۽ دورانديش ڇوڪري ڪوڙن دمن دلاسن تي لڳي وئي! تون وسهي ويٺي آهين ته شهزادو سليم توکي سچيءَ دل سان پيار ٿو ڪري ۽ تون هن جي پٽ راڻي بڻبينءَ؟ ڪملي نه ٿيءُ. شهزادي جو سڀاءُ به بلبل جهڙو آهي: بلبل هڪ گل جو واس وٺي، ان کي ٽٽو ڪري، وري ٻئي گل ڏانهن لاڙو ڪندي آهي. شهزادي به ڪيترين اهڙين ڇوڪرين کي ٻوڙيءَ چاڙهي، ٽڙهو لاٿو آهي. شايد هو توسان شادي ڪري به ڪڍي، پر اهو ٿيندو ڇهن ڏينهن جو چٽڪو. پوءِ ٽوڪاري ڪڍي ٽٽو ڪندو. پوءِ عمر ڀر ٻيءَ هنڌ هٿڪندينءَ. پر علي قلي بيگ ساري عمر توکان گهورڻو قربان پيو ويندو."

مهرالنسا: "بابا! توهانجي هدايت اجائي آهي. آءٌ شهزادي جي ڏوريءَ ۾ ٻڌجي ويٺي آهيان: هيئنر ٻاهر نڪرڻ محال آهي."

غياث بيگ : ” وڏي بيوقوف لڳي ٿي سچين.
علي قلي بيگ لوکي پنهنجي مٽي جو موڙ ڪري
سمجهندو ۽ ڏاڍو آسودو ۽ خوش رکندو. پر شهزادو
سليم ٿوري وقت کانپوءِ نهاريندو به ڪين. هن جهڙي
هلڻي ۽ شهوت پرست آدميءَ کي پيار جي ڪهڙي سڌ.“
مهرالنسا ! ” بابا ! هي ڇا ٿا چئو؟ ڪنهن جي
پرپٺ گلا ڪرڻ سڳورن جي شان وٽان نه آهي.“
مرزا غياث بيگ کي ڏاڍي ميان لڳي ۽ شوخيءَ
سان چياءِ ته ” نامراد! هي ڇا ٿي ڳالهائين؟ آءٌ لوکي پڪين
سان ٿو چوان ته شهزادي جي دل پليد
آهي ۽ تو ۾ ڇهڙي نظر اٿس. اهي خام خيال ڪڍي
ڦٽا ڪر، نه ته ڏاڍي پشيمان ٿيندينءَ.“ مهرالنسا
اکامرو پٽي، جواب ڏنو ته ” ڪٿان منهنجا ڀاڳ!
اهيءَ ۾ اوهانجو ڇا؟ جي اوهه زوراڻي ڪري، علي
قلي بيگ سان شادي ڪرائيندؤ، ته خدا تو ڄاڻي
ته آءٌ پاڻ گهات ڪندي پس.“
مرزا غياث بيگ چيو ته ” بلي! بلي! تڏهن اسان
کي اڳمکي پوري سڃاڻپ رهڻ گهرجي.“ اهين چوڻديئي
تاڙي وڄايائين، ته هڪدم هڪ حبشي غلام اچي حاضر
ٿيو. ان کي حڪم ڏنائين ته ” مهرالنسا کي وٺي وڃي

سندس ڪمري ۾ لطو بند رک."

مهرالنسا از خود اٿي، پنهنجي ڪمري ڏي هلي
وئي ۽ هو جهڙي مٽس پهرو رکڻ لڳو. هيءَ روئداد
ڏسي، بيگم جا آنڊا اٿلڻ لڳا. مرزا کي چيائين ته
"توهين ڏاڍا اُپهرا آهيو. جيسين مهرالنسا کي سمت
اچي، تيسين ڇو نه ڪٿي شادي مهمل ڪجي؟" مرزا
غياث بيگ ڏهڙ ڏيئي چيس ته "نڌهن، نون سان
پنهنجي نئر ڏيءَ سان ملت آهين؟ شادي ٿيڻي آهي
ته هڪدم، نه ته اصل نه. ممڪن آهي ته شهزادو
ڪنهن به ويل موٽي اچي. پوءِ شادي ٿيڻ نا ممڪن
آهي." بيگم چيو ته "جي شهزادو مهرالنسا کي سچيءَ
دل سان پيار ڪندو هجي، ته پوءِ ڇو نه ڪري
پنهجي جي مرضي رکجي؟"

مرزا غياث بيگ لڇي باهه ٿي ويو ۽ چيائين ته
"بيوقوف! مٽان اهڙا بيهودا خيال ڪيا اٿئي. زال
ذات جو عقل مڙيوئي ڏاڙيءَ کڙيءَ ۾ آهي. بار بار
سمجهايو ٿي مانءِ، ته به اجان جوبالي ٿئي بڪين.
ٻري ڪنڌهن جي اهڙي ڳالهه ڪئي اٿئي، ته
ٻاڦ ٿي جاٿين. هاڻ آءُ وڃان ٿو، کهوريءَ جي
مهل آهي."

## (٨)

سليم وڏي لشڪر سان گجندڙ شينهن وانگي
راجپوتانا جا ميدان لتاڙيندو، مينهن واچ ڪندو پئي
اڳتي وڌيو، ۽ اُدئپور جي هلدي گهاٽي کي ماري
ماس ڪرڻ جي خيال ۾ محو هو. اُهيءَ بهادر
واٽي کي اَڪبر پنهنجيءَ آڻ مڃائڻ واسطي گهڻيئي
حملا وس ڪيا هوا، پر هو ٻه هار نٿي آيو. هن قسم
ڪيون هو ته پنهنجيءَ رياست کي غير قوم جي
ماڻهن کان بچائڻ لاءِ پنهنجي آهر ڪين گهٽائيندس،
بلڪ اُهيءَ ڪوشش ۾ سر ڏيندس. پر اِها ڪا
هُن لاءِ آسان ڳالهه نه هئي. خود اُهي ماڻهو جنلا
هن پنهنجي سر جو سانگو نٿي ڪيو، سي نه سندس
دشمن سان اندروني طور مليل ۾ هوا، پر وڏي ڏکدائڪ
ڳالهه هيءَ هئي جو سندس مٽن مائٽن مان نه ڪي
سندس برخلاف ٿي بيٺا هوا. سندس سڳو ڀاءُ حملي
ڪندڙ لشڪر سان همراه هو، ۽ راجا مانسنگ جو
سندس ويجهو عزيز هو سو اُهيءَ لشڪر جو سپه سالار
هو. پر اُهيءَ ڪوڙي واٽي پرتاپسنگ جي ڪا همت

ڪالهه هارجي ويئي هئي؛ پاڻ اُنهن جوش اچي ويو
هوس. اراولي جبلن جي وچ جا قريب چاليهه ڪوهه
هر چوڌرس مانڊو هئي، لنهنڪي پنهنجي پناهه گاهه ڪيو
هئائين. مانڊو جي چوگرد اوچن اوڏن ڏونگرن جون
قطارون لڳيون پيون هيون، ۽ منجهه لنگهڻ جو پيچرو
سوڙهن لڪن وچون هو. اُنهيءَ هنڌ راڻي ٻيويه هزار
سوار ۽ پيادا آڻي ڪٺا ڪيا هوا، ۽ انهيءَ ٿوري
لشڪر سان مغلن سان جنگ جوٽڻ جو پڪو ارادو
ڪيو هئائين.

سليم جي آرزو هئي ته دشمن کي جلد جيتي،
معشوق سان وڃي ملان، سو ڏوڪندو مانڊو ڏي گهڙي
پيو. راجپوتن سندس لشڪر لئي ليون جا وسڪارا
وسايا، پر شاهي اوبخالي مٿن باه جي پلٽ پئي
ڪئي. راجپوت فوجن هڪ پئي پنهان مغلن سان
سروبيچ ٿي گهٽيءَ جوٽون ڪاڍيون، پر ڪين اڳتي وڌڻ
کان بند روڪي نه سگهيا.

راڻو پرتاپسنگ اوڏيءَ مهل سدان پاڻي ڪري،
سهنجن وڻن هزارن جوانن باڪن سان گڏ ليون ڪرڻ
وينو هو. چتور جي ناپود لئي وڃڻ ڪالهوءَ، هن قسم
کڻي ڇڏيو هو ته جيستائين راجپوتن جو مهب وري مٿي

نه ڇڏيندو، جيستائين نه سون يا چانديءَ ۾ تُڪي ڪنهن
به ڏاڙهيءَ جي لوڙن ۾ روڙي ڪانه ڏيندس، نه سمجهه ٻلڪ
لي سمجهندس. انهيءَ ڪري طعام کهوڙي جي ٻڌن
۾ پرچهو ڏنو هو. راڻي اجان پئي چار ڪرهه ئي ڪهن
ڪيان، نه، سندس اکيان هڪ لوٽ جو گولو اچي
ڪريو، پر هوُ ڇرڪيو نه ڪين ۽ نهر سان ٽهون ٻڌي
ڪياءِ. ڪن ۾ پيو گولو سندس پيو مان آڏا مند و ڏيو،
پر هو صبر ۾ رهيو ۽ بيپرواهيءَ سان وري نه هڪ
گره ڪنياءِ. پر انهيءَ ساعت ٽيون گولو سندس ٻانہ
۾ اچي ڪريو.

بس، هاڻ هنڪان وڌيڪ سٺو نه ٿيو. ڪاڏو چڏي
اٿي کڙو ٿيو ۽ هٿ مٿهن ڏوڪي، پنهنجن سورمن
کي هڪل ڪري چياءِ ته ”اي پلوان ۽ پهلوان مترو!
هن پڙ مان ٻاڻ بچائڻ مشڪل آهي. وطن جي آزاديءَ
خاطر يا سوڀ ڪرڻي اٿوَ يا سر ڏيڻو اٿوَ. اسانجون
لعڪون ۽ لپر ٽوڙيا ويا آهن. اسانجا گهر لٽڙ ڦرو يا
ويا آهن. اسانجا مندر ۽ مڙهيون پوشت ڪيون ويون
آهن. اسانجي مالي، مڪن مان ڪسي ويئي آهي. اڄ
اوهانکي پارس جي رکيا لاءِ وڙهڻي ٿو پوڻو. شل
سائين اوهان ۾ سگهه وجهندو! ڪهڙو واجهو ڪس هن

سردار جي ڪڙ ڍنگ سکڻ لاءِ پنهنجو ڌرم ڇوڙيندو؟
اسانجا من هميشھ اسانجي وس نہ آهن. اسانجي راڄاڻي
چت تي وڃي آهي. اسانجا گهر ٻار هنن ڪنور مغلن
جي هٿ آهن. پنهنجيءَ جنم ڀوميءَ ۾ پاڻهو تي رهڻ،
ڌونڪان موت بهتر آهي. پر ويلي جا آڳيا آءُ اوهانکي
ٻڌائين ڪندو آهيان، سا اڄ بہ نو ڪريان: 'ديس
جي مڪتيءَ خاطر، استرين جي سيل امت، ۽
سنان ڌرم جي رکيا اَرٿ، اُٿي سو سنيا ٿو.' وڏ ڀاڳي
اهو ڪتري آهي جو شتروءَ جي سامهون ٿي ساهه
ڏئي. جي جيت ٿي تہ پرٿويءَ جا پدارٿ ماڻيندا ۽
جي هار ٿي تہ سورگ جا سک ماڻيندا. هاڻي هلو ۽
هلي جنگ ڪريو. جيڪو سامهون ٿئي، تنهنکي تلوار
منهن ۾ ڏيو ۽ جيڪو سرن وٺي، تنهنکي شام ڏيو.
جهنڊا کڻا ڪريو، اولون ۽ جهانجهه وڄايو ۽ گهوڙن
تي سوار ٿيو. شل ايشور اوهانکي سوڀ ڏيندو!"

ائين چئي، راڻو پرتاپسنگ لانگ ورائي، پنهنجي
عاليشان گهوڙي تي چڙهي سوار ٿيو، ۽ هن جي
خوفناڪ ترار جنهن گهڻن جون سسيون گاهه وانگر لڻيون
هيون، سا ڪمر مان ڪڍي قبرا ڪئي لڳو. سندس
ڳاڙهو جهنڊو هوا ۾ ڦڙ ڦڙ ڪري پئي ڦريو، ۽ سندس

سونهريءَ چوٽيءَ مٿس ڇانو پئي ڪئي. اچان تولين
جو آواز بس ٿي ڪين ٿيو، ته سورهيه راجپوت
دشمن جي فوج ۾ ڪنڌيءَ وانگي وڃي ڪڙڪيا.
مغلن ۾ ٽاڪوڙو وڃي ڏنائون. ڪيترا ته پنهنجا
هٿيار ڦٽا ڪري اٿي ڀڳا. سارو لشڪر پوءِ ٿي هٿ
لڳو. راٺور ۽ سندس جوان راجپوت رت جون ندي
ڇمڪيندا، ڀوائين جا ڀير لتاڙيندا، وڏي ندي وک
پائيندا، پئي اڳتي وڌيا. جيڪو به مغل هٿ ٿي
چڙهين، تنهنکي قتل ڪندا پئي ويا.

راٺور هاڻ سليم کي اوڏو اچي رسيو هو. سلي
هاٿيءَ تي سوار هو ۽ پهلوانن چوڌاري پهرو پئي ڏنس
پر راٺي لڪا ڪئي هم نڪا تري اوچتو اُسري اچي
شهزادي جي ڪنڌ تي ڪڙڪيو. ڪي نه پئي پالو
ڪمائين مارو پهلوان جي مٿي ٿي، جو هڪدم سا
ٿي ڪري پيو. پر راٺي جي گهوڙي جو سنب هاٿي
کي اهڙو زور سان وڃي لڳو، جو هو ٻرڪ ماري
شهزادي سوڌو اٿي ڀڳو. جي اُتين نه ٿئي ها، ته
اڄ اڪبر پٽ جو ماتم ڪري ها. خوارزي عند ڪا
پاهو ٿي رهي هئي. مغلن شهزادي کي اهڙيءَ جوکائتي
حالت ۾ ڏسي، راٺي تي الر ڪئي. پر راٺي ڪين

وڏي وڏي هڪالي پئي لوڙي ڪئي. پرتاب راڄا مانسنگ
پنهنجي گهوڙي سوارن سميت راڻي لي ٽيون جهون
ورڪائون پئي ڪيڏو ۽ لو هو بيپرواهه رهيو. اڄان بس
سندس ڳاڙهو جهنڊو هوا ۾ پئي ڦڙڪيو ۽ ڏکڻ ٽرار
وچ وانگي پئي جهلڪا ڏنا ۽ سندس بهادر گهوڙو
واچ وانگي پئي اڏاڻو. ڪنهن کي به ساڻس سو وئچ
ٽيڻ جي همت نٿي ٿي. جنهن هو بکايل شينهن
مثل مغلن وچون واٽ ڪندو پئي ويو، تنهن هاڪارو
هڻي پئي چيائين ته ”ڪٿي آهي مانسنگ؟ ڪٿي
آهي اهو نمڪحرام دشمن؟ چو نٿو اچي ڏو بدو ٿئي؟“

اوچتو پٺيان آواز پيدا ته ”بيهه، اول مون سان
مقابلو ڪر، پوءِ مانسنگ کي ڳول.“

راڻي للڪاري چيو ته ”ٿري پاسي ٿيءُ، ڇورا!
منهنجي سامهون نه اچ. آءٌ پنهنجي پاڻ کي نه مارينديس.“

اهو هو سندس پٽ شڪتسنگ، جو وڃي مغلن
سان مليو هو. شڪتسنگ جواب ڏنو ته ”تو
منهنجي عزت وڃائي آهي، انهيڪري لاچار مون
وڃي مغلن جو پاسو ورتو. هاڻ پاڻهي وڃي ڪهڙي؟
ڀڃڪ ڏيڪ هڻ.“

راڻي تلوار ڪڍي ۾ وجهي چيو ته ”جهڪڙ هن لوکي

پاڻيءَ جو لحاظ ڪونه ٿو ٿئي، نه لوڻ ٻُٽڪ ڏک
هجي. آءٌ پنهنجا هٿ پاڻ جي وس ۾ نه رکندس."
پاڻ جي اهڙي لياقت ۽ مروت ڏسي، شڪتسنگ
کي اچانڪ رڻ اچي ويو ۽ هٿين ٻري ٿي پيو.
راڻو ڏُڪندو وڃي مانسنگ جي مٿان ڪڙڪيو.
مانسنگ ذري گهٽ مٺو هو، پر سندس گهوڙي سوار
راڻي کي وڪوڙي ويا. هاڻ خود سندس جيءَ جوکي
۾ هو. راجپوت گهڻوئي پيڙو ٿي، راڻي تي پتنگ جئن ٻٽي
پيا، پر ورلو ٿي ڪين. پوشاڪ پرزا پرزا ٿي ويئي هيس
۽ زخمن مان خون ٻٽي چڪيس، پر گهبرايو ڪين.
اهو ڳاڙهو جهنڊو هٿ ۾ جهليو، مغلن تي حملا ڪري،
ٻٽي هدن کي پٺ تي هٽايائين. پر هو وري وري
گهيرو ڪري ٿي ويس. راجپوت سردار گهڻي تعداد ۾
مارجي ويا هوا. مٿ ڪسن جهترا جي اچان سلامت
هئا، تن سورهين والگر سر ڏئي، راڻي کي ٻه چار
دفعا دشمن جي چنبي کان بچايو، مگر مغل ڪيسٽ غالب
پئجي ويا. هن وڙ جي وقت جي جهلا جو سورهيه
سردار پنهنجو سر فدا ڪري، راڻي کي نه بچائي ها،
نه راجستان ۾ اڄ مالم مهي وجي ها. راڻي کي واڪو
ڪري چياءِ نه " بس، هاڻي ڪاڻ اُميد ڏسڻ ۾ ڪانه

ني اچي." پوءِ راڻي جواب ڏنو ته "جيستائين رڳن ۾
رتيءَ جيترو ساهه اٿم، تيستائين اميد لاهڻ نه گھرجي."
جهلا جي سردار چيو ته "بيشڪ! ملڪ جي بهبودي
اوهان تي منحصر آهي. پاڻ کي بچايو ته راجستان
جي اجهايل جوت اڃان به جاڳائي سگھون ٿا. اڃان به
پڇي پاڻ بچائڻ جي ويل نه وئي آهي."
راڻي گھڻي جوش سان جواب ڏنو ته "پرتاب سنگھ
رڻ پيــو پيءَ مان مٿي ماراڻي بنان مور نه موٽندو.
اهڙي ڪانئرپڻي جي مس مولڪي پلاڻي ڪري نه آڇ."
جهلا جي سردار ليلائي عرض ڪيو ته "آءٌ ته
توهان کي رڳو ديس جي رکيا ڪرڻ جي وينتي ٿو
ڪريان. اوهان ڪالسواءِ انهو ڪهڙو آڌار آهي؟"
راڻي جواب ڏنو ته "اڃان به همت ڪري دشمن
کي هڪالي سگھون ٿا. توکان سواءِ جي پنهنجو ڪو مون
کي پنهنجي وڃڻ جي صلاح ڏني ها، ته هوند هڪدم
سسي لاهي وجهاس ها."
جهلا جي سردار چيو ته "پنهنجي لشڪر ڏي
ته نهاريو. ڏسو ته صبح جو جيڪي ويهه هزار سورما
ساڻ آندا هئُو، تن مان باقي گھٽا وڃي رهيا آهن؟
؟ هيءَ پويس جنڊو لشڪر جو چڙگرد ورائي ويو اٿو

تنهن ڏي ٻه ته نگاهه ڪريو. ڀلا، اسان شهزادي
سليم کي ڪين لڙائيءَ جي ميدان مان ڀڄائي ڪڍيو؟
پانڊو ڪين ڀڄايائين رڻ ڀوميءَ مان ڀڄي ويا. ڀسوءِ
وري جڏهن موٽي آيا، تڏهن سندن جڳ. ٿي؟
مهرباني ڪري، راجستان لئي رحم آڻيو. ٻنهن جيءَ
رعيت جي صدقي، ٻنهنجن زالن جي عزت بچائڻ
لاءِ ۽ پنهنجيءَ قوم جي پالنا خاطر پنهنجيءَ حياتيءَ
جو خير گهرو. ڀڄي وڃڻ ۾ ڪهڙو اهم آهي؟ خود
شري ڪرشڻ ڪين ڪرڪشيتر مان ڀڄي ويو هو،
۽ پوءِ موٽي آيو؟"

راڻي وراڻي ڏني ته "تحقيق! حال حياتي
بچائڻي پوندي. اميد ته جلد ئي وجهه وٺي، دشمن
سان منهن مقابل ٿيندس."

انهن ڇڏي، جهالا جي سردار ڪان موڪلائي، وٺي
گهوڙي کي ميدان ڏانهن.

جهالا جو سردار ورياهن وانگر ٿي وڙهيو، ۽ سندس
تلوار ٻاڪ چڱيءَ طرح موڪيو. ٻو هزن جي همت هيڏي
اڪيچار لشڪر سان پوري پوڙ جي نه هئي. نيٺ
مارجي ويو.

راڻو پرتاب سنگ مغلن جي لشڪر وچون واٽ ڪڍندو

پئجي ويو. گهٽڻ تي پهادرن ۽ گهوڙي سوارن ڪيس روڪڻ
جي ڪوشش ڪئي، پر هن جي گهوڙي جو زمين
تي پير به نه ٿي ڪتو: واچ وانگر جهٽ لشڪر مان اڏامندو
پئجي ويو. پر ٿوري ئي عرصي ۾ ساٿو تي ڪري پيو
۽ مري ويو. اڃان راڻي هيٺ لٿي پنهنجي وفادار
وهٽ کي چمي ڏني ئي ڪين، ته پاڻس شڪتسنگ
جو پويان پهتو هو: تنهن ست ڏني. مٿان گهوڙي
تان سنج لاهي، پنهنجي گهوڙي تي رکي، راڻي کي
چيو ته ”پلاڻي ڪري، هن تي چڙهي، هڪدم پند
پئو. منهنجا آپراڌ ڪميا ڪجو، آءٌ ئي اوهانجي درگتيءَ
جو ڪارڻ آهيان. اڄ وچون مغلن سان ملي، اوهان
سان دوه ڪري، هنن کي ماڻهو جو مٿهن مون
ڏيکاريو. جي اهڙي ڪميڻائي نه ڪريان ها، ته اڄ
اڌ پور جي راڻي کي هيئن اڪيلو پنڌ ڪرڻ پوي ها.“
راڻي دلاسو ڏيئي چيس ته ”ڀٽا! ڀلي ۾ تنهن
جو ڪهڙو ڏوهه؟ ڪنهنجو ڏينهن سدا ڏنگو ٿئي!
پر ڀلي ۾ به ڪو ڀلو آهي. مونکي پاڻ مهلت
ملي. جاڳ ته وري جلد جوڙيندا سين.“
شڪتسنگ جواب ڏنو ته ”شال ايئن اوهانکي
سوڀارو ڪندو! جڏهن موٽي ميدان تي لهندو، تڏهن

مونکي پاڻ سان پٽ تي وڙهندو ڏسندو.“

پوءِ راڻي وٺي گهوڙو هڪليو. اڃان ٿورو وڌيو ٿي ڪين، تہ شهزادو سليم ۽ راجا مانسنگ اچي نڪتا. شهزادي شڪتسنگ کان پڇيو تہ ”راڻو ڪٿي؟ ڪيترو پري ويو هوندو؟“

شڪتسنگ سونڌ پاڻ جواب ڏنو تہ ”توهانجي پهچ کان ٻاهر. مون کي ٻڌڻ آهي تہ اوهين ڪيس وسي ڪين سگهندا.“ شهزادي چيو تہ ”ڪوڙ ٿو ڳالهائين: راڻي جي گهوڙي جو پونڊ هٿ پيو آهي، جنهن مان ثابت آهي تہ پاڻ گهڻو پري نہ هوندو. ڪر سچي. آءٌ معافي جو انعام ٿو ڏيانءِ.“

شڪتسنگ وراڻي ڏني تہ ”شهزادا! آءٌ نظر سان ٿو چوان تہ راڻي کي پنهنجي گهوڙي تي سوار ڪري هتان روانو ڪيو اٿم. راجستان جو سارو مدار هن جي ئي مٿي تي آهي. ڪيس جوکي ۾ ڏسي، آءٌ واهر ڪرڻ کانسواءِ رهي نہ سگهيس. تہ فقط ايترو، ٻہ جڻ جن ڪيس پڪڙڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، تن مڙني جا ڪنڌ ڪيرايا اٿم.“

شهزادي چيو تہ ”حد نالائقي ڪئي اٿيئي، مگر جنهن صورت ۾ مون توکي معافي ڏيڻ جو انعام

کيو آهي، تنهن صورت ۾ توکي ڪاٻه سزا نٿو
ڏيان. هاڻ تون هتان. وڃي ٻاهر ٻيهڙو ٿيءُ."

شڪتسنگ جواب ڏنو ته "مونکي ڀو ڪي ڪين
ڪهڙجي." ائين چئي، هڪ گهوڙي تي سوار ٿي،
ڏولنگون ۾ غائب ٿي ويو.

سليم مانسنگ سان صلاح ڪئي ته راڻي جي
ڪڍ پئجي يا نه. مانسنگ جنهنجي دل هن سورهي
کي جوکي ۾ ڏسي، پٺي پيئي هئي، تنهن چيو ته
"راڻي جي پٺيان پوڻ مشڪل آهي، ڇو ته جن
لڪن مان هو لنگهيو هوندو، سي نهايت اٽانگا
آهن. هاڻ هيءَ فتح ئي اسانجي لاءِ بس آهي."

سليم جو عيش عشرت ۽ تن آسانيءَ جو طالبو هو،
تنهن کي وڌ گهوڙي ئي اهڙي صلاح هئي؛ سو راڻي
جي ڪڍ پوڻ جو خيال لاهي ڦٽو ڪيائين. سيئي موٽيا
چانوڻيءَ تي، جتي شادمانا ۽ شغل ٿي رهيا.



(٩)

محبت جي ماري مهرالنسا پنهنجي ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ ڪومايل ڪنول جيان ڍڳ ٿي پيئي هئي. ڪي ٻه ٽي اڇهس. ڏک جي لهرن سندس قتيل دل ڪي پئي ڦٽڪايو. اوچتو ڪن تي آواز پيس ته "منڙي! توکي ڪهڙيءَ جهوريءَ جهيڙيو آهي؟" مهرالنسا چرڪ ماري پڪاريو ته "فريده! تون آهين؟ آءٌ نه ڄاڻان ته ڪهڙو غلطان هيس، جو توکي اندر ايندو نه ڏٺم. هن وقت تنهن جو هت حاضر ٿيڻ مونکي ڪنهن اميد تو ڏني." فريده چيو ته "مونکي ته تنهنجي شاديءَ جي سانباهي جي بده اڳهڙ مٿال پيئي، سو پڇندي آئي آهيان ته مان اچي ڪا مدد ڪريان. تو ته پنهنجي قبولنس هرگز نه ڏني هوندي؟" مهرالنسا هن جو هتڪ جهڙي جواب ڏنو ته "ڏاڍا لائق ڪيا الهئي جو هن مهل مون وٽ آئي آهن. مونکي ته هت بندپاڻيءَ وانگي بند ڪري ڇڏيو اٿن، سو منهنجي لسبت جهڪي ٻيو وهي وائري پيو، تنهنجي ڪل ٿي ڪالهه اٿم. ڏڏهن مونکي

هڪدم پوٽائڻ جو ڪو نه پڇايو اٿن؟"

فريده: "آثار نه اهڙا ٿا ڏسجن. پر شاديءَ کي روڪڻ جو مڙيوئي ڪو رستو ڳولڻ گهرجي. ٻنهي طرفن سرانجامي ڪري ڇڏي آهي. ساهت سوڻ نه اڳيئي شروع ٿي ويا آهن، شادي به اِن ٽن ڏينهن ۾ ٿي ويندي."

مهرالنسا: "يا خدا!" ائين چوندي بيهوش ٿي وئي.

فريده هڪدم اُٿي منهن تي گلاب جو پاڻي ڇنڪاريس ۽ پوءِ تي تڌڙا ڪيائينس. ٿوري وقت ۾ وري سامت ۾ آئي. پوءِ فريده دلداري ڏيئي، چيس ته "ڏيءَ! دلجاءِ ڪر. رڳي ڪني نه پا نصيب. ڪهڙو عجب نه شهزادو اچان به ويل نه وڃائي؟"

مهرالنسا: "تڏهن ڀلا سيگهه ڪر، ۽ جي شهزادي ڏي ڪو قاصد روانو ڪر. پوءِ ته آءُ ڏانهس خط لکي ڏيانءِ. قاصد کي چئج ته وڃي هٿون هٿ رسائيس."

هٿ پٺي ڏ ڏيس، پر جنهن لفظن ڪري نقش لکياءِ:

"پيارا شهزادا! منهنجيءَ شاديءَ جي سرانجامي ٿي وئي آهي. اِن ٽن ڏينهن ۾ قصو ختم ٿي ويندو. جي مهلائتو اچي وڃين، ته واهه! نه ته يا عمر منهنجو آسرو لاهي ڇڏو ڪج."

فريدہ خط وٺي چيو تہ ”اڄ هو ٿي قاصد سنڀرائي روانو ڪريان.“

فريدہ ڀروسي هئي، ۽ همت ڀري هئي. ڪو ڪم هٿ ۾ کڻندي هئي، تہ آوڙچ تي راس ڪندي هئي. وينديئي شرط، هڪ سوار ڳولي ڪڍيائين، جنهن کي خط ڏيئي، چيائين تہ ”ننڊ آرام ڦٽائي، رات ڏينهن مسافري ڪري، هيءُ خط شهزادي کي وڃي پهچاءِ.“

فريدہ پٺ ڏئي ٿي ڪين تہ غياث بيگ جي محلات وٽ پالڪين جي ڌم مچي ويئي، ۽ دهلن دمامن جا واڄٽ وڄي ويا. زالون جي پالڪين ۾ هيون، سي لهي اندر ويون. مهرالنسا جي ماءُ سندين مرحبا ڪئي، ۽ وڏي چوج سان ڌيءُ جي ڪمري ڏي وٺي وين. هي گهوٽيتيون هيون، جنڪي علي قلي بيگ جي پيءُ سپيرا بيگم ساڻ وٺي، ساچق، يعني سڳڙي ڪرڻ آئي هئي. سپيرا بيگم مهرالنسا جي سونهن ڏسي حيران ٿي ويئي، ۽ اچانڪ پڪاري چيائين تہ ”سبحان الله! ههڙو حسن!“ پوءِ اڳڀرو وڌي مهرالنسا کي چيائين تہ ”آدي! چپن کي ڇو ڇنو لڳايو اٿيئي؟ ڪي ڳالهاءِ تہ سهڻن.“ مهرالنسا جي ماءُ وچ ۾ جواب ڏنو تہ ”منهنجي مهرالنسا لڄاري آهي. اوهان سان...

هوندي مرندي، نه ڀاڳ مرادو رهائيون ڪندي. هاڻ
اڇو نه ساڻس سوڄ ڪريون."

سهيرا بيگم چيو ته "سچ! ڏاڍي لڇاري ٿي ڏسجي.
آءٌ نه ڏاڍو خوش ٿي آهيان جو اهڙي ڀاڄائي ملي اٿم."

مهرالنسا جو ڪمرو ڀان ۽ ڀانهن سان سٿجي
پيو هو. ازانسواء هار سينگار، ويس وڳا، زر زيور،
تيل ڦليل، عطر عنبير به اچي ڪٺا ٿيا هوا. گهوٽيتين
مهرالنسا کي ڳچيءَ ۾ ڳاڙها هار وڌا ۽ ڪنن ۾ سونا
دُر پاتائونس. ڪنواريتين به گهوٽيتين سان گهڻيئي
سهڄ ڪيا: گلاب جو پاڻي ڇنڊيائون، طرح طرح جا
شربت پياريائون، ۽ ميوا مٺايون کارايائون. چوڌاري ڪل
خوشي ۽ مبارڪبادي مچي ويئي. پر مهرالنسا ڏاڍي
مايوس ۽ اداس هئي. دل ۾ پئي چياءِ ته 'جيڪر
هار ۽ دُر لاهي ڦٽا ڪريان ۽ ڙالن کي ڇڙٻ ڏيئي
ٻاهر هڪالي ڪڍان' پر حياءَ کان خاموش رهي.
هي سڀن ساڻس سندس لاءِ ٺوس مثل هئا. ليڪ
جڏهن سڀ موڪلائي روانيون ٿيون، تڏهن البت
آرام آيس.

ٻئي ڏينهن رسم موجب گهوٽ کي ڪنوار طرفان
مينديءَ موڪلي ويئي. ٽئي ڏينهن گهوٽ کي گهوڙيءَ

ئي چاڙهي، وڏي ڌج ساڻ ڪري، ڍول ۽ شرنائون وڄائيندا، گهوٽيتا اچي مرزا غياث بيگ جي گهر پهتا. علي قلي بيگ کي گهوڙيءَ تان لاهي، ڪنوار واري ڪمري ۾ وٺي ويا.

مهرالنسا سان مائٽن گهڻيئي متا مونا هنيا ته هوا نه نڪاح مهل علي قلي بيگ کي مڙس ڪري ميڃڻ جي قبوليت ڏيئي، پر هن صفا انڪار ڪئي هئي. لاچار مرزا غياث بيگ نڪاح کان اڳ ۾ هڪ ڪيس ڏرو آخم جو ڪاڏي ۾ ملائي ڪاريو هو، انهيءَ مراد سان ته من گهرائيءَ ڪري ماڻ ۾ رهي ۽ نڪاح وبل انڪار نه ڪري. قاضيءَ نڪاح پڙهي پورو ڪيو. جڏهن گهوٽ ڪنوار جي قبوليت ڏيڻ جو وقت آيو، تڏهن هن علي قلي بيگ ڏي منهن ڪري چيو ته ”توکي مهرالنسا قبول آهي؟“ هن جواب ڏنو ته ”مونکي قبول آهي.“ پوءِ ساڳيو سوال مهرالنسا کان پڇيو ويو، مگر ڪن ڌڻين ڪيترا سان به جواب ڪو نه مليو. آخر مرزا غياث بيگ پڪاري چيو ته ”مهرالنسا کي علي قلي بيگ قبول آهي. آهي لڄاري، سو اوهين جي اڳيان ڳالهائي نٿو سگهي. سندس سن قبوليت برابر آهي.“ قاضي شامل راءِ ليئي ۽ باقي وڌيل

ڪم لاهي، رواڻو ٿيو.

پوءِ مهرالنسا کي گهرائيءَ جي حالت ۾ ئي پالڪيءَ ۾ ڪڍي، علي قلي بيگ سان گڏ روانو ڪيائون. علي قلي بيگ گهر پهچڻ شرط مهرالنسا جي منهن تان برقعو لاهي سندس شڪل ڏسي ڇرڪيو ئي پيو. ساڻس ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر هوءَ اجان گهري هئي. جڏهن آخر جو اُٺو ٿئو، ۽ هوءَ هوش ۾ آئي، تڏهن واڙي ئي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳي. ليٽ واڪو ڪري چيائين ته "آءٌ ڪٿي اچي پيئي آهيان؟ هي خواب ته ڪين ٿي لهان؟"

علي قلي بيگ اڳيرو ٿي چيو ته "پياري! پنهن جي گهر آهين. آءٌ تنهنجو مڙس آهيان." مهرالنسا ٽپ ڏيئي، اُٿي دروازي ڏي ڊوڙي ۽ رڙ ڪري چيائين ته "مڙس ڇا جو؟"

علي قلي بيگ وڌي، نرمائيءَ سان هٿ کان جهلي چيس ته "پياري! ٿورو ڌيرج ڪر." پر مهرالنسا مڙس ڏي گهور ڪري، نهارڻ لڳي. جوش وچان اکيون باه جا اُلا ٻنهي پيا هئس، ۽ ڳا، ڪرموڙيءَ جهڙا ڳاڙها. هڪل ڪري چيائين ته "مولکي ڇڏ ته وڃان. تنهنجي شڪل ڪهڙي نه پيانڪ آهي!"

علي قلي بيگ ليلائي چيس ته "تون پاڻ ته سهڻي آهين؟ هاڻ اڄ ته آرام ڪريون."

مهرالنسا خنجر ڪڍي، جواب ڏنو ته "جي هٿ لائيندين، ته سهڻي ۾ خنجر وهائي پاڻ گهاءُ ڪنديس."

علي قلي بيگ چيو ته "مون کي خون ڪرڻ ، ته پاڻ ڪر. پر توکي تنهنجي وار جو به نالو ڳنهڻ نه ڏينديس." اِن مهرالنسا کي هڪ اوچتو خيال آيو، سو چيائينس ته "ڀلا، جي منهنجي لاءِ پيار اٿيئي، ته چوڻ مهڻ جي مهلت ڏين: انهيءَ عرصي ۾ ته مونکي زال ڪري سمجهه، ۽ نه آءٌ توکي پنهن جو مڙس ڪري سمجهنديس. هڪ ٻئي سان فقط دوستيءَ جو نالو رکنداسين."

عشق ۾ ٻڏل علي قلي بيگ جواب ڏنو ته "هيءَ ته ظلم ٿي ڪرين. پر لاچار تنهنجو چيو ته مڃائيندس. جيڪڏهن منهنجي حياتي طلبين ها، ته به اها به خوشيءَ سان ڏيان ها."

مهرالنسا چيو ته "مهرباني ڪري، ڪو اُهام ڏي ۽ قسم کڻ."

علي قلي بيگ ائين ڪيو. پوءِ مهرالنسا شڪرگذاري وچان مڙس جو هٿ چميو. انهيءَ ئي علي قلي بيگ

کي اهڙي ٿراوت اچي وئي جو ڄڻ ته اُن ڇميءَ
۾ آب حيات سمايل هو.

---



## (١٠)

سليم سنگتين سان چانوڻيءَ ۾ شغل پئي ڪيا. صبوح جو جا هيڏي خونريزي ٿي هئي، تنهن جي ڪنهنڪي ذري يادگيري به ڪانه هئي. شيرازي شراب جون پائليون ڪلي وانگون هيون. گانو ۽ ناچ به موجود هئا. پر سليم کي جو سواد مهرالنسا جي خيالن مان ٿي آيو، سو شراب مان نه پئي آيو. هو ٿي پٽ پي جڏهن موج ۾ آيو، تڏهن چيائين ته "واه! مزو مهر ڪيءَ جو سهڻي سوپ لي. ليڪن ال نه ڪرڻ هو." انهيءَ تي سنگتين مان هڪڙي چيو ته "رستم ۽ سهراب مفت ملڪان ملڪ مشهور ٿي ويا آهن. اوهانجي پيٽ ۾ پئي گدڙ آهن."

سليم جواب ڏنو ته "گهڻتائي واڻي پرانسنگ ۾ به ڪانهي. شير مڙس آهي. ڏٺو ڪين ته ڪهڙيءَ بهادريءَ سان وڙهيو. آءٌ جيڪر هنکي پنهنجو رفيق سڏائڻ ۾ فخر سمجهان."

پر سنگتي: "استغفر الله! ڪنهري جي ڪافر کي ايڏو شرف! ڪانئس پل پلئرا پهلوان پيا آهن، جي

هو لڏ سائينءَ جي مبارڪ قدمن جي خاڪ چمڻ ۾ پنهنجو فخر سمجهن. اهو انسان سڀني ساهڻ جو رڳو خيال ئي هن منڪر جي نسوري ناداني آهي."

نيون سنگتي: "هو هنيلو هار جي پشيماني سهي ڪين سگهندو، سو ضرور وڃي هاڻ ڪي گنگا نديءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيندو."

هڪ مولوي جو مجلس ۾ حاضر هو، تنهن چيو ته "آمين! شال خدا کيس دوزخ جي باهه ۾ جلائيندو!"

سليم وراڻي ڏيڻ تي هو ته، اوچتو هڪ خدمتگار اندر گهڙي آيو، جنهن سر جهڪائي عرض ڪيو ته، "حضور! آگري کان هڪ قاصد ڪهي آيو آهي جو دم به نٿو لهي. چوي ٿو ته سائين جن لاءِ هڪ نهايت نازڪ نياپو آندو اٿم، جو کين روبرو پيش ڪرڻو اٿم."

سليم جواب ڏنو ته "وڃي جهنم ۾ پوي. هن خوشيءَ جي وقت اسان کي شاهي حڪمنامن ۽ فرمان نه گهرجن. فتح ٿي رهي آهي، هاڻ اهي سڀ اجايا آهن. ڇڏينس ته سڀاڻي لاءِ ترسي."

خدمتگار چيو ته "ها، حضور! هو چوي ٿو ته آءٌ ڪو شاهي فرمان ڪونه کڻي آيو آهيان، مگر هڪ ضعيفا جو ضروري پيغام."

سليم لنجي ۾ آاُٿ هو، ڳالهہ مغز ۾ ئي لٿي ويئمس، سو هڪ جو ٻيو ڀئي وڃڻ لڳا. ليڪ واڪو ڪري چيائين ته " مار ٻڌي هنن قاصدن ئي. محفل جي موقعن ئي هي امڪرام همسفه اچو مون ڪي ڪهائين!" سڀ سنگتي ته ته ڪرڻ لڳا، ۽ خدمتگار کي ڪن ڪان وٺي ٻاهر هڪالي ڪڍيائون. ٻه ٽي وينا ڍنگ لئڻ، تان جو مٿان اچي ٻه ٻاڪون ڪڍيون.

سليم ٻه ٻهو ڪيءَ ڪانپوءِ مس مس سجاڳ ٿيو. خدمتگار کي سڏي پڇياءِ ته " ڪهڙي خبر چار آهي؟" خدمتگار جواب ڏنو تہ " حضور! رات آگري مان هڪ قاصد ڪنهن ضعفا وٽان اوهان لاءِ خط کڻي آيو. مون سائينجن کي بروقت اطلاع ڪيو، پر سائينجن..."

سليم: " اهڙو خمار هوا، جو خط پڙهي ڪين سگهيا. اُهو تہ؟ حرڪت ڪالهي. اهڙو ڪو ضروري خط نہ هوندو. هاڻي کڻي اچ، تہ مطالع ڪريون."

خدمتگار خط آڻي سليم کي ڏنو. پڙهندي شرط منهن جو پدو ئي لهي ويس. ٽپ ڏيئي اسٽري تان اٿي ڪڙو ٿيو، ۽ جوش سان واڪو ڪري چيائين تہ " جي ٻابي هن کي ٻئي سان شادي ڪرڻ جي اجازت ڏني هوندي، تہ سندس لاش آڏالي قتو ڪندس."

سليم جي فرمان تي سندس رفيق اندر لکي آيا. سليم چيو ته "مهرالنسا کي تا علي قلي بيگ سان پرڻائين! آءٌ سمجهان ٿو ته بابو به ساڻن شامل آهي. پر آءٌ خدا جو قسم کڻي ٿو چوان ته جي مهرالنسا منهن جي قبضي ۾ نه آئي ته منهن جو نالو مٽي ڪري ٻيو رکجو."

مرزا ابراهيم ناهري ٻڌيس ته "اوهان کي ڪهڙي خبر ته شادي ٿيڻي آهي؟ ازانسواءِ مون ٻڌو آهي ته بادشاه آگري ۾ ڪونهي."

سليم: "اجهو، هيءُ خط ڏس. مهرالنسا پاڻ لکيو آهي ته شادي ڪنهن مهل به ڪٿي وڃي. شڪ نه آهي ته هيلتائين ٿي وئي هجي."

مرزا ابراهيم: "آءٌ ڄاتو پايان. چونه بادشاه کي قاصد موڪلي مهل ڪرائجي؟"

سليم: "اهڙيون صلاحون وڃي رک. جڏ ته بابي کي خبر ٿي ڪانهي ته آءٌ مهرالنسا تي عاشق آهيان؟ هيءَ سڀ هنن جي حرفت آهي. آءٌ به هاڻ سندس سلطنت برباد ڪرڻ بنان ڪين رهندس. وڃ، وڃي لشڪر تيار ڪر ته هڪدم آگري تي چڙهائي ڪريون."

مرزا ابراهيم: ”حضور! انهيءَ مان ڪهڙو سود؟ ڏڏو ڪم ڪو نٿو ٿئي؟ جي مهرالنسا جي شادي ٿي وئي هوندي، ته وري ته اوهانکي نه ملي؟ سلطنت ته اڳي ئي اوهان جي ملڪ آهي. ٿوءِ هروڀرو فساد ڪري، بادشاهه کي بيزار ڪرڻ مان ڇا حاصل ٿيندو؟“

سليم: ”آءٌ اهڙن ڳالهين ۾ نه پوندس. آگري تي ضرور چڙهائي ڪبي. انهيءَ تي ريت مهرالنسا کي آزاد ڪري، ساڻس شادي ڪري سگهندس. تو سيکهه ڪيو، ته بابا جي مونکان اڳ هلي آگري تي ڪڙڪوُن.“

مرزا ابراهيم: ”ٺيڪ، راجا مانسنگ جو ڪي منجهه ورتو آهي؟ آءٌ ٿو ڀانيان ته هو اسان سان شامل ٿيندو. منهنجي صلاح آهي ته ڪيس دم دلاسو ڏيئي هٿ ڪري هلون، ته پوءِ ته منهنجي دل پاڻ کي ٿيو ذبح ڪري.“

سليم: ”چڱو، راجا مانسنگ کي سڏائي وٺ.“

راجا مانسنگ جلد ئي اچي حاضر ٿيو. سليم عرمت ساڻ ملي چيس ته ”اوهانکي تڪليف ڏيئي هٿ انهيءَ لاءِ گهرايم ته اوهانکي ڪالهوڪي فتح جي مبارڪ ڏيان. ٻيو ته منهنجي مرضي آهي ته اوهين ڪو وقت هٿ ترسي؛ باقي وهيل باغين کي سزا

ڏيو. ھميشه مهڙو ھيس ھجڻ اڃايو آھي."

راجا مانسنگ کي سليم جي سخت جي ڪڙڪ ٻڌڻي رهي هئي، سو جواب ڏنائين ته "اوهان ڪانسواءِ ٻئي سان مقابلو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. تو جي اوهين هر ڪنهن وجه تي چاهيو، ته اول بادشاه کي اطلاع ڪريو ته هو نهايت ناراض ٿيندو."

سليم پڇيو ته "ڪنهن تي ناراض ٿيندو؟ توهان تي يا مون تي؟" راجا مانسنگ جواب ڏنو ته "اوهين پاڻ امين ٿيو. آءٌ اوهانکي وري به تو وينتي ڪريان ته چيتي قدم کڻو." سليم چوڻ مان چيو ته "مهرباني ڪري معاف ڪجو. جڏهن آءٌ اوهان کي چوان تون، ائين ئي ڪريو. هاڻ خدا حافظ!"

راجا مانسنگ خستو ٿي، موٽي پنهنجي خيمي ڏي آيو. پنهنجي پانتڻي سورجسنگ کي سڏي چيائين ته "اڄ وڏي مشڪلات منهن آئي آهي. خبر ڪانه ٿي پوي ته ڇا ڪجي. معلوم ٿيو آهم ته شهزادو مهرالنسا تي مفتون آهي ۽ سخت ستي الس ته موٽي ويساهي، هيس وهاري، پاڻ وٽس آڻي نڪاه ڪري."

سورجسنگ جواب ڏنو ته "چولو ڪيس نظر بند ڪري، بادشاه وٽ وٺي هلون؟" راجا مانسنگ چيو

ته " اهو محال آهي، ڇو ته شهزادي جي همت هيٺ جو لشڪر آهي، سو اسانجي لشڪر کان ٻيڻو آهي. ازانسواءِ خانه جنگي ۽ خونريزي بادشاهه کي بلڪل پسند نه ايندي. هن جو چوڻ آهي ته فسادي ماڻهوءَ کي جيتوڻيڪ صبر ۽ پيار جهڙو ٻيو ڪو عمدو هٿيار ڪونهي. بهتر ائين آهي ته کيس اطلاع ڪجي؛ ۽ جيستائين حڪم ڪري، ليستائين هيٺ ترسڻ گهرجي."
ائين چئي هڪ قاصد سنيرائي، هڪدم بادشاهه ڏي روانو ڪيائين.

سليم سڌو ڏينهن سکهونئي اچي آگري سهڙيو. پر ڏسي ته شهر جا سڀ دروازا بند ٿيا پيا آهن، ۽ ديوارن تي پهرو بيٺو آهي. ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، لشڪر کي هڪل ڪيائين ته "هڪدم حملا ڪري، در ۽ ديوارون ڀڃي، اندر گهڙو." قيو ليج خان جو پهريدار فوج جو مهندار هو، تنهن هي حڪم ٻڌي هاڪاري چيو ته " خبردار! بادشاهه لاهور ويل آهي؛ ۽ اسان کي حڪم مليل آهي ته ڪنهن به ماڻهوءَ کي ٻيڙي يا هٿيار هٿ ۾ ڏسو ته اُن کي شهر اندر گهڙڻ کان روڪ ڪجو. جيڪڏهن شهزادي کي اندر اچڻو آهي، ته اول لشڪر کي هٽائي پاسيرو ڪري."

سليم هي حرف ٻڌي، ڪاوڙ جي باه ۾ ٻري ويو ۽
۽ وائکو ڪري چيائين ته ”جيڪڏهن دروازا نه کوليندين،
ته هڪدم ذبح ڪيو ويندين.“ پر قيولج خان پرواه ئي
ڪان ڪئي. آخر شهزادي لشڪر کي حڪم ڪيو ته
”دروازا ڀڃو.“ سپاهين اڃان اڳتي وڌي حملو ڪئي ئي
ڪين، ته مٿانئن بندوقن جي گولين جا وسڪارا
ٿي ويا. ٿوري عرصي ۾ ئي همت هاري، اٿي ڀڄڻ
لڳا. لشڪر جو ههڙو هيڻو حال ڏسي، سليم سمجهي
ويو. نيڪ سڳنن سان مقابل ويهي، هو ڪيائين ته
ڇا ڪجي. ڪن جي راءِ هئي ته لاهور تي چڙهي
ڪجي؛ ڪن جي صلاح هئي ته چلنگيون ٿي، شهر
۾ صلح سانت سان گهڙي، پوءِ وري وڏو ميڙ ڪري،
شهر تي هلان ڪجي. سليم کي ٻئي صلاحون نه
آئڙيون. چيائين ته ”آءٌ ڪو چور ڪونه آهيان جو شهر
اندر اهڙيءَ ريت گهڙان؛ ۽ جي آگري هٿ ڪرڻ
جي ئي همت ساري نٿا سگهون، ته لاهور وري ڪئن
قبضي ۾ آڻي سگهنداسين؟ ازانسواءِ، مهرالنسا جي
مدد ڪرڻ لاءِ پڻ اسانتي واجب آهي ته ڪنهن
ويجهيءَ جڳه ۾ هڪيا لڪيا هجون.“

اڃان ٻاهر ۾ رد بدل پئي ڪمائون نه شهر مان.

هڪ ماڻهو ٻاهر ايندو ڏنائون، جنهن مان معلوم ٿين
ته مهرالنسا جي شادي علي قلي بيگ سان ٿي ويئي
هئي. هيءَ خبر ٻڌي، سليم ساڻو ٿي ويو، ۽ ڏاڍي
ڏک ڀريل آواز سان پڪاريائين تہ ”ڇا! شادي ٿي
چڪي؟ مهرالنسا ڪوبہ اعتراض ڪونہ ورتو؟ ڀاڄ ڪي
پيا هئين ظالمن کي لڳهو ـار ڪرڻ جي بہ ڪوشش
ڪانہ ڪيائين؟“ هن ماڻهوءَ جواب ڏنو تہ ”مون ٻڌ
اهڙي ڳالهہ ڪانہ ٻڌي. اها سا خبر اٿم تہ مهرالنسا
مڙس وٽ رهندي آهي.“ سليم چيو تہ ”زال ذات
تي ويساه رکڻ محض مورکائي آهي. هنن جا اَنجام
سڀ اجايا آهن. ڦڙلي ڪاٺ تہ سندن مرڪ آهي.
سياڻن سچ چيو آهي تہ مٿن اعتبرو موه رکجي، جيترو
ڪنهن واله پکي تي.“

مرزا ابراهيم: ”ساءِ! آکيو سچ ٿا. پـلا، تڏهن
هاڻ آکري هٿ ڪرڻ مان ڪهڙو ڪڙ لٿل لڪوايو؟
هلو، تہ هلي عيش عشرت ڪريون.“

سليم: ”هاڻ هت رهـڻ اجايو آهي. هلو تہ
هلون الله آباد.“

اهي ٿي ڏينهن شهزادو لشڪر سميت ٻـيڙين ۾
چڙهي الله آباد روانو ٿيو. الي ٻهچڻ شرط شاهي قلعہ

همٿ ڪيائين ۽ سارو خزانو قبضي ۾ آڻي، سڪو ۽
خطبو پنهنجي نالي ڪرايائين.

اڪبر کي هن روئداد جي سوبستي سماچار رسي
چڪي هئي، پر ڏڍ ٻوج پئي ڪيائين. مرضي هئس ته
پنهنجي اَڙٻنگ پٽ کي محبت ساڻ موهي، موٽائي
سنئين مارگ تي آڻيان. انهيءَ ڪري سليم کي سيکت
ڏيڻ بدران، اُلٽو تورن تي ڏينهن ۾ بنگالي
جو نواب مقرر ڪيائينس ۽ دعوت ڏياري موڪليائينس
ته اچي دربار ۾ حاضر ٿيءُ.

سليم کي مهرالنسا جي وڇوڙي جهوري وڌو هو، سو سارو
ڏينهن رات شرابخوري ڪري، پئي درد دفع ڪياءِ.
جڏهن قاصد شاهي پروانو کڻي اچي الله آباد پهتو،
۽ سليم کي معلوم ٿيو ته بادشاهه کيس تنبيهه ڪرڻ
بدران اُلٽو مٿس هڪ وڏو عهدو عطا ڪيو آهي،
تڏهن سندس من پرچي آيو، ۽ پيءُ سان پرچڻ جو
پڪو پهه ڪيائين. انهيءَ مد نظر تي، بادشاهه کي هڪ
خط لکياءِ، جنهن ۾ پنهنجي بيڏوهي ثابت ڪري،
دربار ڏي جلد روانو ٿيڻ جي اون ڏيکارياءِ. اڪبر
سليم کي پالئيندو به ڏاڍو هو، پر مٿس گهڻو ڀروسو
نه رکندو هو، سو جڏهن سندس خط پڙهياءِ، تڏهن

سنڌس سچائيءَ ۾ البت گمان ٿيس. انهيءَ ڪري
کيس نياپو ڏياري موڪليائين ته "جيڪڏهن تنهن جي
نيت صاف آهي، ته دربار ۾ اڪيلو اچ ۽ ٻين جن
رفيقن کي ملڪ روانو ڪر."

سليم، جنهنجي من ۾ لڳي هئي، سو هيءُ حڪم
ٻڌي گهٻرايو ۽ پر انهي انحرافي ڪرڻ کان ٻه ٽپ
ٽي ٽيس. سنڌس سنگتي ته اڳيئي وطن وڃڻ ڪاڻ
آتا هوا، سو سڀ سنيراڻي، سيئي گڏجي الله آباد
مان روانا ٿيا. اڃان ٻه ٽي منزلون مس ماريائون
ته سڌ پين ته اَبوالفضل دکن کان دربار ڏي راهي
آهي. سليم اول ته حيرانيءَ ۾ پئجي ويو. نيٺ سنگتين
کي چيائين ته "مونکي خاطري هئي ته بابو منهن جو
قصور درگذر ڪندو ۽ پر هاڻي هيءُ ڪميڻو اَبوالفضل
مونتي راجڌرهيءَ جي تهمت مڙهڻ جي اوس ڪوشش
ڪندو. هو چشم پوشيءَ کي وڏي غلطي سمجهندو ۽
معافيءَ کي گهڻو پٺو پائيندو. مٿس انهڙي صلاح ڏيندو
جو پرچاءُ ناممڪن ڪري ڇڏيندو."

مرزا ابراهيم چيو ته "چوڻ ڪا انهڙي ڳالهه ڪجهي
جو اَبوالفضل دربار ۾ پهچڻ کان اڳ
کيس پورو ڪري، سڌو جنت روانو ڪجيس. هو

هميشه دنيا جي اِن ڀلائيءَ بابت لنبا چوڙا وعظ ڪندو
آهي ۽ هميشه هام هڻندو آهي ته فيلسوف کي
موت جي به پرواه نه آهي. سندس اعتقاد موجب
ڪيس بدني پڃري مان آزاد ڪرڻ ته پاڻ سندس
خدمت ادائي آهي."

سليم پڇيو ته "هن ڪو اهڙو هيڪو ماڻهو
ملندو جو هوند هن ڪم جي سرانجامي ڪري؟"
ڀيم سنگه ديو، جو هڪ ڦورن جي ٽوليءَ جو سردار
هو، تنهن چيو ته "آءٌ اهو ڪم ڪندس. يا ته پنهنجو
سر ڏيندس، يا ته دشمن جو سر ڀالي جي نوڪ
۾ لٽڪائي، اچي پيش ڪندس." سليم چيو ته
"واه! واه! هي اُهي ورياڻن جا وچن پوليا الهڻي!
شال سچو ڌڻي اوکي سوڀ ڏيندو!"

پوءِ ڀيم سنگه ديو خدا حافظ ڪري، دکڻ ڏي
راهي ٿيو. سليم سولهون منزلون هڻندو، اچي آگري
پهتو ۽ پيءُ جي پيرن ۾ اچي ڪري، معافي ورتائين.
اڪبر ڀاڪر ڪري چيس ته "اڄ ته منهنجي ساري
سلطنت پس پيش اوکي ٿي ملڻي آهي."

ابو الفضل، جو اڪبر کي مولي ملڻ لاءِ منتظر
هو، سو ساڻيهه ڏي سڌيندو پئي آيو. هڪ ڏينهن

صبح جو سوير اچي گواليار جي سرحد تي پهتو.
ٿورو دم ڏئي، جهڙو لانگ ورائي وري گهوڙي
تي ٽپي چڙهيو، تهڙو ڦورن جي ٽوليءَ اچي
گهيرو ڪيس، ۽ ترارين ۽ ڀالن سان هٿي پورو ڪري
ڇڏيائونس. پوءِ سندس ڌڙ کان سسي ڪپي،
رومال ۾ ويڙهي، ڀالي جي نوڪ ۾ لٽڪائي، ۽
گهوڙي تي چڙهي، روانو ٿيو.

هن حادثي جي خبر جڏهن آگري پهتي، تڏهن
ڪنهنکي همت نه جڙي جو وڃي اڪبر کي آگاهه
ڪري. آخر ابوالفضل جو منشي هٿن کي ڪارو
رومال ويڙهي دربار ۾ ويو. جڏهن اڪبر جي مٿس
نظر چڙهي، تڏهن دل ڏاريندڙ آواز ۾ پڪاري پڇيائين
ته ”هنجي معنيٰ ڇا آهي؟ منهنجو پيارو شيخ
ته سو سلامت آهي؟“ منشيءَ عرض ڪيو ته ”شيخ صاحب
شهيد ٿي ويو. ڪن رهزنن هٿي ماري وڌس.“

اڪبر جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا، ۽
”هاءِ! هاءِ!“ ڪري چوڻ لڳو ته ”جيڪڏهن سليم
کي سلطنت جي لوڙ هئي، ته مونکي ڇو نه ٿي
ماريائين! منهنجي پياري شيخ کي نه جيئدان ڏني ها!
هاءِ! افسوس! منهنجو پيارو دوست، جو منهن جيءَ

ملاقات جو مشتاق هو، سو سليم جي شامت ڪري، صدقي جي ٻڪريءَ وانگر ڪٺو ويو!"

ساري دربار ۾ ماتم مچي ويو ۽ اڪبر گوشہ نشيني ۾ گذارڻ لڳو. ڪيترا ڏينهن نہ ڪنهن سان گڏيو، نہ حرف ڳالهايائين. پنهنجي پياري دوست جي فراق ۾ رات ڏينهن پيو روئندو هو ۽ ستت ئي پاڻ بہ اچي عزرائيل کي اوڏو ٿيو.



# (۱۱).

اَبو اَلفضل جي موت ڪالپوءِ، اڪبر موٽي اُٿڻ
ڪڙيءَ لي نه آيو. سندس سگهه آهستہ آهستہ گهٽبي
ويئي، تان جو اهڙو نستو ۽ ابتر ٿي پيو، جو پلنگ
تان پير به پٽ تي رکي نٿي سگهيو. ڪو وقت هو
جو هُوءَ فيل مستن سان زور آزمائي ڪندو هو، ۽
ڏڪوني رڻ گهڙي، وڏن سورهين سامهون پوندو هو.
هاڻ وياڪل ۽ وچارو ٿيو، بستري تي پيو هو. انهيءَ
حال هوندي به، ملڪ ۽ رعيت جي بهبوديءَ جو
وڏو اونو هوس. پوون پٽي پيس ته موت اچي ڪنڌ
تي ڪڙڪيو آهي. هولئن هميشہ سندس تخت جي
چوڌاري جي دانا، دوراند يش، ۽ فاضل وزير ۽ امير
ڪمر ڪشيو بيٺا هوندا هوا، ان مان باقي ڪي ٿورا
وڃي بچيا هوا، راجا ٽوڊر مل، فيضي، بيربل ۽ اَبو الفضل
وفات ڪري ويا هوا، ۽ سندن عهدن تي نئين ٽهيءَ
ٽهيءَ وارا عملدار مقرر ڪيل هوا: انهن کي اڪبر
پورو سڃاڻندو به ڪين هو. سليم مان سڀ آسرا
اُميدون لاهي ويٺو هو. پڪ هيس ته سندس وفات

ڪالهوءَ هنجي همڪاري ڪرڻ لهي پوندي. واسه ڏينهن
خدا کي ٻئي پاڏايائين ته سليم جون مدايون ميٽي،
ڪيس سڌين واٽ تي آڻ. سليم جو پٽ، خسرو، سالم
۽ صالح هو، ۽ هر طرح تخت جو لائق هو، پر سليم
پاڻ ويٺي، پٽ جي ناجهوشي قبول ڪرڻ وارو نه
هو. جيڪڏهن زبردستي ڪري، خسرو کي بادشاه
بڻايو وڃي ها، ته جنگيون ۽ جهيڙا جڙي وڃن ها ۽
ملڪ ۾ وڳوڙ مچي پوي ها.

سليم کي ته ڪا پرواه ئي ڪانه هئي. البيلو ٿي،
ٻئي مزا ماڻيائين ۽ دارونءَ جا دڙڪ لڳائين. دل
۾ ٻئي چيائين ته "ڪڏهن بابو جلد پاسو ڪوڙي،
ته سلطانيءَ جون سڪون لاهيان. پر بابي جو جسم
آهي جهڙو اوهه، سو عجب ڪولهي نه وري اٿي
ڪڙو ٿئي. اها ته مهنجي لاءِ وڏي ڄمڪ ٿيندي،
جو ته مهنجو نا خلف پٽ هنجو دادلو آهي، ۽ شڪ
نه آهي ته تخت سندس تابع ڪري ڇڏي. شال
خدا ائين نه ڪندو!" اهڙيون آسون اميدون ۽ شڪ
شبا هن دلي بادلي ظاهر ٿي ڪيا.

اڪبر ويو ٿي ڏينهون ڏينهن پوڪندو. هند جا
ناڪارا حڪيم ۽ وئج اچي حاضر ٿيا[۷] هوا، جن گهڻئي

مٿا مولا ڏنا، گهٽمٽي جنب پٽن شان هنيان، پر
لڙندڙ اکيان سندين ڪڍيو ڀي نه سگهي. بيشڪ،
قضا هڪ عجيب چيز آهي! ڪير جو اُن جي اَمر
کي آڏو اچي؟ جٿن ڪک ۽ پن واچوڙي اڳيان عاجز
۽ عليل آهن، اتي انسان قضا اڳيان هانءُ ۽ حيران
آهن. ڪڏهن ۽ سٽين مان فائدو فائدي جي ماڳ ۾
اُلٽو مرض وڌيڪ غالب پوندو. اهڙيءَ، قضا طبيب کي
به بيوقوف بڻايو وجهي!

وفات کان ٻه ٽي ڏينهن اڳ اڪبر ساڌه غشيءَ
۾ هو. قضيه جي ڏينهن صبوح جو البت سڌيرو ٿيو.
تماشا لهڻ ڪٽي، مانسنگ کي اوڏو اچڻ لاءِ اشارو
ڪيائين ۽ جهيڻي آواز ۾ چيائينس ته "اڄهو! ملڪ المؤت
اچي سهڙيو آهي. هاڻ پنهنجا سڀ ڪم ڪاريون خدا
کي سپرد ٿو ڪريان. هو ٻيهر واهه بادشاهه آهي. جتي
ڪيس وڻي ٿو، اتين ڪري ٿو. آءٌ سليم کي پنهنجو
وصي، وارث ۽ گادي نشين مقرر ڪريان ٿو. دل ۾ هئي
چويم ته خسروءَ کي سلطنت جون واڳون سونپي وڃان، مگر
ائين ڪرڻ ڪري، مٿهنجي مٿي پڄاڻان، خانه جنگي ۽
فساد ٿي پوندا. هاڻ سڀڪجهه ڪري ۽ سڀني کي ڪونيو
نه ڪالهه آخرين موڪلاڻي ڪريان."

مانسنگ، جنهن کي مايل اکين مان ڳوڙهن جون ڳاڙهون پئي ڳڙيون، تنهن جواب ڏنو ته ”جنت حضور اعليٰ جي وصيت آهي، انهن تي ڪيو ويندو، مگر اوهان کانپوءِ اسين هن جهان ۾ ڪنهن جي سڪهنداسين؟“
اڪبر ٿڌو ساهه کڻي چيو ته ”منهنجا همدم! دل نه لوڙهه. خدا توهان کي توفيق بخشيندو، جو منهن جي وٺي ڀڄاڻان، ملڪ ۽ رعيت جي بهبوديءَ ۽ سڌاري لاءِ اورچ ٿي ٻاڪ پتوڙيندا رهندا. اِي به جڳ جي مالڪ جي مرضي.“

ايتري ۾ سليم ۽ پرنس خسرو، امير ۽ امراءَ، راڻا ۽ راجائون اچي حاضر ٿيا. اڪبر وري به پنهن جا اک مٿي ڪري، سڀني کي نياز ۽ نئڙت سان سلام ڪيو ۽ فرمايائين ته ”منهنجا پيارا دوستو! جيڪڏهن مون کان ڪا ڀل چوڪ ٿي وئي هجي، يا جيڪڏهن مون اوهان مان ڪنهن کي ڪو ايذاءُ يا اهنج رسايو هجي، ته مون کي مهرباني ڪري معاف ڪندا.“

سليم هي درد ڀريا لفظ ٻڌي، ٻاڪ روڪي نه سگهيو ۽ اوڇنگارون ڏيئي، پيءُ جي قدمن تي ڪري، ڪالهس پنهنجن ڪيل ڪرتوتن جي معافي مڱيائين.
اڪبر مانسنگ کي اشارو ڪيو ته ”هٿ سليم جي مٿي

لي منهنجي دستار وٺو ۽ مون وارو چوغو پهرائي، منهن
جي تلوار سندس ڪمر ۾ ٻڌو." حڪم جي بجاوري
هڪدم ڪئي ويئي. پوءِ اڪبر ڪنڌ لڙائي سليم کي
سلام ڪيو. ٻين به هاڻ کيس پنهنجو سائين سمجهي،
وڏي تواضع سان سندس اڳيان تسليم ڪئي. ان بعد
پل ڪن ۾ اڪبر دم ڏنو. سليم نه اٿي ڪڙو ٿيو، باقي
وڃي رهيا مانسنگ ۽ ٻيا اميرَ امرا، جي شاهي بستري
جي چوگرد پنهنجي سائينءَ ۽ سردار جي جدائيءَ ۾ روڄ
۽ راڙو ڪرڻ لڳا. شاهي حويليءَ جا دروازا کليا پيا،
جتان ضعيفائن جو وڏو ميڙ اندر گهڙي آيو. سڀن جا
وار ڇڙيل هوا. مٿن تي مٽيءَ جا ٻڪ پئي وسايائون. ڪلهن
تي چنل قاتل ڪنجوا هئن ۽ ڳلن تان پوندن پس ئي
لٿي ڪين. سندن آهن ۽ صدائن آسمان تي ڌاريو. اڪبر
جي پٽ واڳيءَ، جوڌ ٻائيءَ، لاش جي سيرانديءَ کان
ٻهي، اوساري پئي چيو ته "اي منهنجا پيارا پتار!
اي منهنجا مٿي جا مور! مولڪي هئن هيڪلو ڇڏي،
تون ڪاڏي ٿو وڃين؟ تو پيان هن جهان ۾ منهن جو
جيئڻ اجايو آهي. اڃهو، آءٌ به تنهنجي ڪل آئس،
ڪي آئس. پوءِ وري، مور نه جدا ٿيندس. تو کان
سواءِ هڪ پل به مشڪل آهي. اڃهو آئس، ڪي آئس."

اُنهن پڪاريندي، محلات ڏي ڊوڙي ۽ سهيلين
کي سڏي چيائين ته ”منهنجي ساري ساهه مولکي آڻي
ڏيو ۽ سڀ کان عمدو وڳو به کڻي اچو. هيءَ منهن
جو آخرين ڏينهن آهي. جلد چکيا تيار ڪرايو. ويرم
نه وجهو.“ پوءِ اتي گنگا جل سان سنان ڪري، هڪ
نئينءَ پوٽيل ڪنوار وانگر سينڌ سرمون ۽ هار سينگار
ڪري، اڪبر جي لوار هنج ۾ جهلي، چکيا تي
چڙهي ويٺي. ستت ئي سندس ديهي جلي، وڃي
خاڪ سان خاڪ ٿي ۽ سندس آتما اڏامي، وڃي
جوت ۾ سمائي.

اڪبر جي لاش اڳيان ٻن ٽن مولوين قرآن شريف
مان سورتون پڙهي، کيس ختما پڙهي بخشيا. درٻارين
۽ اميرن ته واهون پئي واجهايون ته نئين بادشاه وٽ
ڪئن سرخرو ٿجي. جيتوڻيڪ ڏٺيءَ کين سڀڪجهه
ڏنو هو ۽ هر طرح ساڻو ۽ سکي هوا، تڏهن به
طمع وچان سليم جي مٿان اُتين پئي پاڻ گهوريائون
جئن پروانا شمع تي. خود سليم به سلطنت لاءِ گهڻي
وقت کان سڪايل هو، سو پنهنجيءَ تاجپوشيءَ لاءِ
هڪدم سانباها ڪرڻ لڳو.

ٻن چئن خدمتگارن اڪبر جي لاش کي آخرين

غسل ڏيئي، ڪفن پهرائي، تابوت ۾ بند ڪيو. پوءِ
تابوت کي ڪمخاب سان ڍڪي ڍومي،
شاهي محلات جي لاهوري دروازن مان لنگهائي، آگري
کان پنج ميل پري سڪندرا وٽ جو بهشت باغ
آهي، تنهن ڏانهن کڻي ويا. جنازي جي پويان هر ڪنهن
قوم جي ماڻهن جون جماعتون اکين مان لڙ وهائينديون،
پٺيءَ هليون. بهشت باغ وٽ پهچڻ بعد، لاش کي لحد ۾
داخل ڪيو ويو ۽ اتي مٿس سج ساهون ڪيو ويو.

اڪبر پنهنجي مزار پنهنجي حياتيءَ جي ئي ڏينهن
۾ ٺهرائڻ شروع ڪئي هئي، پر ڪن سببن ڪري اڃان
سڄي ٺهي راس نه ٿي هئي؛ تنهنڪري وهيل ڪم سليم
پورو ڪرايو. مزار جي ارد گرد هڪ وڏو باغ آهي،
جنهن ۾ رنگارنگي وڻ، گلن جا ٻوٽا ۽ ٻارا، ۽ فرحتي
فوهارا آهن. انهيءَ من موهيندڙ مڪان ۾ بلبلون
گلاب جي مٿان هردم پنهنجون مليون لاتيون ٻڌون
لنئون، ۽ پاڙيهو شاهي تربت جي سفيد سنگمرمر تي ازلي
محبت جو آلاپ ڪيو، موج ۾ پيا جهولين. سچ نه
اهڙي آستان تي دفن ٿيڻ جو خيال ئي سوريءَ کي
سيج ۽ مرڻ کي مشاهدو بڻايو ڇڏي.

هندن پنهنجيءَ ريت موجب مرڻي جو ڪريا ڪرم

ڪيو ۽ مسلمانن پنهنجي رسم رواج موجب ڪارروائي ڪئي. هڪ مولوي ۽ هڪ پنڊت مزار جا مجاور ٿي رهڻ لڳا. انهنجا پويان اڄ تائين انهيءَ مزار جي ٽهل ٽڪور ڪندا اچن.

اڪبر جي فوت ٿي وڃڻ جي خبر ساري ملڪ ۾ باهه مثل پکڙجي وئي. سندس ماتم ۾ ڪڙميءَ پنهنجو هر ڪوني اڇليو، ۽ واڻئي پنهنجي دڪان تي ڪڙا چاڙهي ڇڏيا. ٻهراڙيءَ مان ماڻهن جا مجموعا اچي ڪٺا ٿيا، جن وڻن هيٺان ويهي پنهنجي پياري بادشاه جون ڳالهيون ياد ڪري زار زار پئي رنو. منجهائون هڪ پوڙهي ڪڙميءَ چيو ته "اڪبر رعيت کي پنهنجن ٻچن وانگر پاليندو هو. سندس زماني ۾ امن ۽ امان، صلح ۽ سلامت هوندي هئي. سرڪاري پل به واجبي ۽ هلڪي رکي هئائين. قسمت سانگي جي فصل پلو ٿي پوندو هو، ته نه فقط پل اڳاڙڻ بند ڪندو هو، پر اسان جهڙن مسڪينن کي ته گهر ويٺي خوراڪ پوشاڪ وقت بوقت پهچائي ڏيندو هو."

ٻئي ڪڙميءَ ورايو ته "برابر. ٽيهو ورهيه جڏهن اسانکي ڏڪر سخت ڏڪايو هو، تڏهن هن اُن جا گدام ڪري کوليا، ۽ هرڪنهن کي گهرج ۽ لياقت

پڙاڏو موهن جا مٺا قوس پئي پيو"

هڪ برهمڻ چيو ته ”راڄا آهي پوڄا جو رکشڪ ۽ پتا. پنهنجي پوڄا جي پالنا ڪرڻ ۾ اڪبر ته رکيو پنهنجو ڌرم ئي سنڀاليو. هاڻ ته خبر نه آهي ته انسان سان ڪهڙي ورتڻ ٿيندي.“

اجان ماڻهو پنهنجي پياري بادشاهه جو ماتم ٿي پئي ڪيو، ته آگري ۾ تاجپوشيءَ جا سانباها پئي ٿيا. سليم ماتم جي مدي ٽاءِ ئي نه ترسيو. ٻيءَ جي قلعي پڇاڙين نوبتي عرصي ۾ طائوسي تخت تي ٽي ويٺو. جا ساعت جوتشين سڳوري ٺهرائي هئي، تنهن تي تاجپوشيءَ جو جلسو ملهايو ويو. سليم تخت تي پير رکيو ئي ڪين، ته توبن جي ٺڪاٺوڪي ٿي، ۽ نقارن ۽ شرنائن جي ڌم ڌمان مچي ويئي. امير ۽ وزير جي صفون پڌريون پيدا هوا، ان مڙني انڌي ڪرنشون بجاءِ آنديون. پوءِ هڪ چوبدار اڳتي وڌي، وڏي آواز سان پڪاري چيو ته ”اڄ شهنشاهه نورالدين جهانگير، يعني اسلام جو سوجهرو ۽ عالم جو سوڀارو سردار، تخت ڌڻي ٿاڪيو ويو آهي. هي اهو صاحبقران آهي، جنهنجو زحل دربان آهي ۽ آسمان آستان. قمر سندس پيغام رسائيندڙ آهي ۽ زهرو راڳيندڙ. قضا سندس نگهبان

## صفحو 121

آهي ۽ قدر ثنا خوان تجمل ۽ توانائيءَ جو مايو آهي ۽ شان ۽ شوڪت جو پايو سخا جو بحر آهي ۽ عطا جو ڪڪر سندس دؤلت ۽ دبدبي بهشت کي بي رؤنق بنائي ڇڏيو آهي. امير اصل آهي ۽

## صفحو 122

امير نسل: ملائڪ روءِ آهي ۽ ملائڪ خوءِ شال جهان هميشه سندس پانهن پڌ پانهو هجي! شال سندس حياتي قائم ۽ دائم رهي!"

ائين چئي، چوبدار پوئتي هٽيو ته وري امير ۽ راجائون سوغاتون ساڻ ڪري، تخت وٽ نذرانو رکڻ لڳا. انهيءَ جي بدلي ۾ جهانگير پنهنجن مبارڪ هٿن سان مٺن ياقوتن ۽ سونن روپن ڦلن جون ورڪائون ڪيون پئي، هڪ خادم ميون ۽ مٺاين سان ٺمٺار ٿيل ٿالهه کلهي تي کڻي آيو جهانگير پاڻ ته فقط هڪ صوف نوشجان ڪيو باقي پيو سڀ مال حاضرين تي عنايت ڪيائين. جن ليکي ته اڄ کو روح روان نصيب ٿيو اٿئون

ان بعد جهانگير جي اشاري تي، هڪڙي خدمتگار اڳتي وڌي پڪاريو ته "حضور اعليٰ فرمائين ٿا ته 'اڄ اسين پنهنجي تاجپوشيءَ جي يادگار لاءِ پڌرو ٿا ڪريون ته اسانجي سلطنت ۾ هڪ لک نوان کوهه کوٽاريا وڃن، پنجاهه هزار مسافرخانا رستن تي تيار ڪيا وڃن ۽ آئينده لاءِ واپارين تان سڀ محصول معاف ڪيا وڃن پيو ته هن سال سرڪاري ڍل وصول ڪرڻ ۾ نه اچي، تيون ته هر قسم جي مريضن لاءِ هنڌ هنڌ شفاخانا برپا ڪيا وڃن چوٿون ته سڀني نشيدار شين جو وڪرو بند رهي، پنجون ته جنهنکي بہ خواهش هجي سو ڇهن مهينن تاءِ شاهي انبارن مان ڪاڏ خوراڪ وٺي سگهي ٿو ڇهون ته شاهي محلات جي ٻاهرون هڪ سونو زنجير ٽنگيو ويو آهي. ان ۾ سٺ سونيون گهنڊيون پڌل آهن. جيڪڏهن ڪنهن ستم جي ستايل کي داتهن ڪٿي اچڻي هجي، ته انهيءَ زنجير کي ڇڪ ڏيڻي، گهنڊيءَ وڄائي ته اسين ترت سندس داد رسي ڪنداسين'."

اها منادي ڏيئي خدمتگار وڃي پنهنجي جاءِ ورتي، ۽ حاضرين ۾ خوشيءَ وچان 'واه! واه!' جو هوڪو پئجي ويو پوءِ جهانگير، شريف خان نشين وزيراعظم جو هٿ وٺي، تخت تان هيٺ لٿو؛ ۽ ڏيري ڏيري درٻارين جي صفن وچون لنگهي، دربار عام جي دالان ۾ آيو. اتي هڪ شاندار هاٿي سينگاري بيهاريل هو. جنهن جهانگير کي ڏسي، سونڍ مٿي کڻي، سلام ڪيو؛

۽ ٻيو گوڏن ڀر ويٺي ويو. هاٿيءَ جي پاسي کان هڪدم هڪ سوني ڏاڪڻ رکي ويئي، جنهنجي وسيلي جهانگير هاٿيءَ تي رکيل تخت مٿان سوار ٿيو. امير امرا به پنهنجن پنهنجن هاٿين تي چڙهي ويٺا. هاڻ ته هڪ وڏو سرگس نهي ويو. اڳيان دهلن دمامن جا دس پئي لڳا ۽ ساري مجموعي شاهي مسجد ڏانهن رخ رکيو. جنّ جنّ مجموعو اڳتي وڌندو پئي ويو، تنّ تنّ جهانگير مٿان سون ۽ جواهرات جي گهور پئي ٿي.

مسجد جي وڏي دروازي وٽ بادشاه هاٿيءَ تان هيٺ لهي پيو ۽ امير وزير ساڻ ڪري، اندر داخل ٿيو. شيخ الاسلام سندس آجيان لاءِ اڳتي وڌي آيو ۽ کيس هٿ مان وٺي، منبر جي پاڻ وٽ آڻي ويهاريائين. پوءِ سندس حسب نسب بيان ڪري، کيس هندستان جو شهنشاه ٺهرايائين، ۽ مٿس نورالدين يعني اسلام جي سوجهري جو لقب ڏنائين. ان مبارڪ موقع کي ملهائڻ لاءِ، جهانگير پنجاه هزار اشرفين جي خيرات ڪئي. انهن بعد، وري ساڳئي شان شوڪت سان محلات ڏي موٽيو.

شام جو محلات ۾ هڪ وڏي مجلس ڪئي ويئي، جنهن جهڙي اڳي ڪڏهن به آگري ۾ نه پئي ڪنهن

هند ڏني هئي. فرش فروش ۽ گلم غاليچا وڇايا ويا
هوا، ۽ هزارها لعلن ڳاڙهن ٻتين ڀاڙين وڻين هيون.
انهن ٻتين صفحي جي سنگمرمر وارن ٿنڀن تي اهڙو نه
لعلو ٻڌي ڪير، جو انهن ٻڌي ڀاليون نه چٽڪ اهي
بدخشان جي لعلن جا ٽهيل هوا. سانگين ٻتين سولهوي
چمڪي ڪي نه وري اهڙي رونق تي ڏني، جو ڀانءِ
نه اها جواهرن سان جڙيل هئي. گلاب، لاله، گلشب،
نرگس، سوسن ۽ سمن جا گلدستا هنڌ هنڌ رکيا ويا
هوا؛ انهن جي رنگ روپ ڪري زمين زيبائتي ٿي
پيئي هئي ۽ هوا دلڪش. شاهي تخت جي ٻنهين
طرفن کان ٻالهان ۽ ٻالهين ٻانهون ٻڌيو هڪيا هموار
بيٺا هوا. امير امرا، رئيس راجائون قسمين قسمين
ويس پهري، حضور ۾ حاضر هوا. انگلنڊ، فرانس،
۽ ايران مان به ايلچي آيل هوا.

جهانگير اهڙين درٻارن ۽ مجلسن جو لطف ڪـ
کڻائي. ڪهڙا ڏسي ڇڏيو هو، سو اڄوڪو اظهار
ملڪ سلام ڪا انهن ڳالهه نه هئي. ٻولي به سندس
من وڏي ويو. نه فقط اهين، مگر ٻهنجي مراجي ۽
عوائد هيءَ جو بوجو به محسوس ڪرڻ لڳو.

شهزادو خسرو، خان عظيم، ۽ راجا مانسنگ جي

سنڌس لشڪر ۽ لشڪرين جي دل ۾ رنج هوا ۽ ڇاڪاڻ
ڪيس بادشاهي تان رهڻ جو منصوبو مٿن ٻڌايو هئائون،
سي به هن موقع تي اچي حاضر ٿيا هوا. پاهران
انهن پٺي لڪايائون ته جهانگير سندن اکين جو تارو
آهي، ۽ جان ۾ جهڪ پٺي مارياٿون. جهانگير کي
نه راجائي سکن سياڻو ۽ سياڻپ ڪري ورتو هو،
سو نه فقط هتي جي مدائي دل تان ميٽي ڇڏيائين،
پر اٽلو کين وڏا مرتبا عطا ڪيائين. خسرو کي پنجاب
جو حاڪم ٺهرايائين، خان اعظم کي دکن جو نظام
مقرر ڪيائين، ۽ مانسنگ کي بنگالي جو صوبو ٻڌايائين.

مجلس برخاست ٿيڻ بعد، مانسنگ ۽ خان اعظم
جهانگير جي دستبوسي ڪري روانا ٿيا. رستي تي
مانسنگ خان اعظم کي چيو ته "ڪهڙو عجب جو
هو اچان به سدري صالح ٿي پوي ۽ پاڻ موڪي لاءِ
جون سکون لاهي؟"

خان اعظم: "انهن ٿي نه پيو ڇا گهوجي؟ مگر
اهڙو آهيان نه ڪوڙ ٿو ڏسجي. اٽلو آثار ته اهڙا
پيا پسجن جو شايد هيڪاري وڌوالسد وجي. جنهن
مهل جهونن ٻارن سان وڃو پکون ٻاڻ، تنهن مهل
وري اهيئي گڏ هو، اهيئي آنو."

مانسنگ: ”ڪنهن قسمت! ڇڏي ڏجيس. ڏسجي ته کهڙا ٿو پيو هلي. جي اڪيلي هلت هليو، ته لاچار فساد ڪڙو ڪري، تنهن تان لاهي ڇڏو ڪيس.“

خان عظيم: ”اهو اوهانجو خام خيال آهي، ڇوته جيئن وقت ويندو گذرندو، تيئن ڪيس تنهن تان لاهڻ ويندو وڌيڪ ڏکيو ٿيندو. آءٌ ته سمجهان ٿو ته اهڙي ڪوشش جي بنهه هاڃ ٿجي، اڌهن به ڪارگر نه ٿيندي.“

مانسنگ: ”تحقيق، پر هاڻ اسين ته مانا ڪاٺي ٿي آيا آهيون. اڄ ته توڪل جو ٿوهو ٻڌي، باقي حياتيءَ جا ڏينهن ڏٺيءَ جي توهه ۽ طلب ۾ گذاريون.“

خان عظيم: ”ائين ٿي ڪرڻو پوندو؛ مگر هاڻ آگري ۾ وڌيڪ جالڻ جنجال آهي.“

مانسنگ: ”آءٌ ته صبح سويرو آگري جا وڻ عمر لاءِ ڇڏيندس. ابوالفضل ۽ اسانجن ٻين سائين جو سهاڳ ڇٽيو جو وڃي اڪبر جي هٿن ۾ سگهي ٿيا. اسين به جيڪر دنيا مان رحلت ڪري وڃون ها، ته اڄ هنن عذابن کان آجا هجون ها.“

خان عظيم جي دل ڀرجي آئي. سڏڪو ڀري چيائين ته ”مونکي ته وهمن وڪوڙي ورتو آهي. مان پانيان

تو نه اسان جي ٻچاڙي سو هي له تيٺي آهي. هيءَ عدالت جا هن اسان تي ڪئي آهي، تنهن ته هيڪاري منهنجو من منجهايو آهي. جيئن ته هاڻ ته آقي باقي سندس پناري پياسين. تڏاهان اڳتي اسان سان ڪهڙا پت رو ڏيندو."

انهن چئي مانسنگ کي پيار سان ياڪر پاڻ تي چيائين: "ادا! هاڻ الله واهي! شال تنهنجي منهنجي عاقبت موچاري ٿئي!"

مانسنگ جو ڏاڍو مايوس ٿي ڏنو، تنهن ورايو ته "خدا حافظ! شال ڏٺي اسان سڀني جو واهي هجي!"

پوءِ ٻئي هڪ ٻئي کان ڌار ٿيا ۽ هن جهان ۾ وري نه مليا. سنت تي خان عظيم کي راجدروهيءَ جي تهمت هيٺ گرفتار ڪيو ويو ۽ جيئري ئي سندس کل لاهي وئي. مانسنگ به سک ئي ڪين سمجهيو. جلد ئي راجستان ڏي هليو ويو، جتي باقي حياتيءَ جا ڏينهن گوشہ نشينيءَ ۾ گذاريائين.

## (١٢)

جهانگير کي سلطنت جي بوجهہ هاڻ گهڻو ڪي سياڻو ڪري ورتو هو. هوائن جو سارو ڏينهن نشي چشي ۾ گنوائي ڇڏيندو هو، سو هينئر هر روز ڪجهہ وقت رعيت جي اهنجن ايذائن جي دفع ڪرڻ ۾ صرف ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ هوندي به، مسڪينن جي داد رسي مشڪل ٿيندي هئي، ڇو ته رشوتخور ڪامورن جي چالبازي، ڪري، انهن کي محلات واري زنجير کي ڇهڻ جو موقعو ئي هٿ نٿي آيو. هڪ ڏينهن جڏن جهانگير پنهنجي ڪچهريءَ جي ڪاروبار ۾ مشغول هو، تڏهن اوچتو ئي گهنڊيءَ جو آواز ڪن تي پيس. دربان کي هڪدم حڪم ڏنائين ته، ”سگهو وڃي ڏس ته ڪير ٿو گهنڊي وڄائي، ۽ کيس آڻي هت حاضر ڪر.“

فرمان موجب، دربان جلد ئي هڪ پير مرد کي سندس پوڙهي زال سميت آڻي حاضر ڪيو. کين ڇنل ڦاٽل ڪپڙا پيل هوا. ڪچهريءَ ۾ گهڙڻ شرط، ٻڍڙي شاهي آداب بجاءِ آڻي، اکين مان آب وهائي، پڪارڻ

لڳا ته "انصاف! شاهن جا شاه! انصاف!"

جهانگير فرمايو ته "دلجاء ڪريو. مونکي پنهنجي دک درد جو دل کولي سربستو احوال سڻايو. آءٌ اوهانجو پاڻهي اجهو تو داد ڪريان."

ڪنبندي ڪنبندي پير مرد ڪڇيو نه "حضور جو شال اقبال زياده هجي!"

ائين چئي هڪڙي بيهي رهيو ته تنهنتي وزير اعظم دلداري ڏيئي چيس ته "خوف خطرو نه ڪر، ۽ بيان ڪنهن حجاب ۽ شرم جي چئيءَ طرح حضور اعليٰ جي اڳيان احوال عرض ڪر."

پير مرد ڪان وڌيڪ اکر به نه اڪليو. آخر ڪار زالس همت جهلي، ڏکي ڏکي چيو ته "جئندا ءبلا! اسين مصيبت جا ماريل نڪا سور سهي سگهون، ۽ نڪا پاڻون وڏن جي شڪايت ڪري سگهون."

هي لفظ ٻڌي، جهانگير کي ڏاڍو رحم آيو، ۽ فرمايائين ته "خاطر جمع ڪريو. توهي ڪڻي منهن جي پٽ اوهانکي ستايو هوندو، ته به آءٌ اوهانکي انصاف ڏاه وجهندس. هاڻي بسان ڌپ ڏاءِ جي پنهنجي ماجرا بيان ڪريو."

ٻڍڙيءَ جي اکين مان ته ڳوڙها بس ئي نه ڪن.

نيٺ عرض ڪيائون ته ”اي اسان جا سردار! مان ۽
منهنجو مڙس ٻروان جي ڏوراهين ڏيهه کان
ملڻ جا مهينا ڳڻيندي مس مس هت
پهتا آهيون. واٽ تي ٻئي ٻيڙيون ڦرين ٻڌي کنيو
اٿئون. حضور جي در اها اميد ڌاري آيا آهيون ته
اسانجو پورو پورو داد ڏيندو. آهيون سي ضعيف ۽
مسڪين، ته به هيل تائين ڪنهن اڳيان هٿ نه ٽنگيو
اٿئون. رب جي رضا تي راضي رهي، ڏکيو سکيو وقت
پئي ڪاٽيو اٿئون. خدا جي فضل سان هڪ ٻنڊڙي
رهڻ جي جاءِ ۽ ٻنيءَ جو ٽڪر به هئوسين. سڪي
سڪي، ٻوريءَ ۽ ٻٽو ڄاڙوسين، جهنگي لاڏ ڪوڏ
سان نپائي، پئي نيٺ ناريا سين. قضا سان اسان جي
دادلي رستي تي راند پئي ڪئي. اوڏي مهل امير
سيف الله به ڪو هاٿيءَ تي چڙهيو، اچي اتان لانگهائو
ٿيو. سندس ٻيهر واهيءَ کان، انسان جو اڀو هاٿيءَ
لتاڙي آفت ماري وڌو. هن ماجرا جي جڏهن اسان
کي خبر پئي، تڏهن اسين هاٿيءَ پٺيان ڪاهي
پياسين ۽ انصاف گهرياسين. پر انصاف ته انصاف
جي ماڪ، موڪوڙي سرڪاري ڪامورن جي ڦٽ لعنت
سلامتون. الهيءَ تي آءٌ ٻاڪ جهلي نه سگهيس، سو

وٺي کڻي ويٺا وڃن، ۽ حاڪم کي ٻه ٻه چار حرف
ٻڌي ڪڍيو. بس، ٻئي جي اسان سان وڏيون وڌايون،
ٻيو ڪوڙو ٻهان ڪيون. اسانجو سارو مال ملڪيت
۽ ٻنيون ٻاڙيون حاڪم جي حڪم سان ضبط ڪيا ويا،
۽ ٻئي اسانکي شهر نيڪالي ڏني وئي."

ائين چئي، ويچاري درد جي ماريل ٻڍڙي ساڻي
ٿي ڪري پيئي ۽ ڏاڍو ڏک پهچي ويس.

هي روئداد ڏسي، جهانگير کي ڏاڍو ارمان
پهتو ۽ رڙ ڪري چيائين ته "آهي اهو ڪير جو اسان
جي ملڪ ۾ اهڙا اندير ٿو وهائي؟ آءٌ خدا کي حاضر
ناظر ڄاڻي ٿو چوان ته هنن ستايلن کي پوري داد
ملڻ کان اڳ آءٌ سک ٿي نه سمهندس." ائين
پڪاري، منشيءَ ڏي اشارو ڪيائين ته سگهو هنن
مسڪينن کي اول شاهي خزاني مان ڏهه اشرفيون
آڻي ڏي ۽ پوءِ ڪاغذ قلم کڻي اچ ته الهيءَ اڻلڳي
حاڪم کي سبق سيکاريون."

منشي "جي حضور!" چئي اٿي کڙو ٿيو ۽ فرمان
موجب ڏهه اشرفيون آڻي پوڙهي مرد جي اڳيان رکيائين.
پوڙهي مرد نه اشرفين کي هٿ به نه لاتي، جي
اسانکي داد گهرجي نه پيسا. آخر وڏي زور بعد

مس مس اشرفيون ٻٽ ٿان کڻي، مٿي تي رکي، کڻي ٻيهر پڙهائين. پوءِ نه منشي قلم هٿ ۾ کڻي، شاهي فرمان لکڻ لاءِ بادشاهه کي ويجهو ٿيو.

جهانگير فرمايس ته هاڻي لک ته ”بنگالي جي حاڪم سيف الله کي سڌ ٿي ڏجي، ته سندس ڪڙن ڪولن جي اسالڪي پوري پوڙ پهچي رهي آهي. هن تازو هڪ مسڪين ٻڍڙي ۽ ٻڍڙيءَ جو ڪوڏن جهڙو سڪيلڌو پٽ ناحق هاٿيءَ هٿان لتاڙائي ماري وڌو آهي. انصاف روح نه اهڙي ڪنياءَ جو بدلو ڪيس هڪدم ملڻ گهرجي، پر هن دفعي اسين سندس خطا تي چشم پوشي ٿا ڪريون. باقي ڪيس حڪم ٿا ڪريون ته پيلوان کي سخت سزا ڏئي، ۽ هنن اڏيهن کي سندن جاءِ ۽ ٻني موٽائي ڏئي، ۽ ٻين نقصان عيوض کين هڪ وڏي رقم پڻ ڏئي. جي هيءُ اسانجو فرمان هڪدم بجا نه آندو ويو، ته پوءِ سندس حياتيءَ جو خير نه آهي.“

اهڙيءَ ريت تي جهانگير مهر ڪري، ٻڍڙيءَ کي هٿ ۾ ڏنو ۽ چيائينس ته ”هيءُ وٺي پنهنجي حاڪم اڳيان پيش ڪر، اميد ته اوهان جا ڏک جلد دور ٿيندا.“

زال مڙس انهيءَ لي البت سوها ٿيا، ۽ وري
مزاون ماريندا، اچي بردوان ۾ پهتا ۽ ۽ شاهي فرمان
سيف الله جي خدمت ۾ آڻي حاضر ڪيائون.
سيف الله هي فرمان پڙهي، ٿي لوه ٿي ويو، ۽
اُن کي پوڙا پوڙا ڪري ڪٽي پٽ تي اڇلايائين.
وڌيڪ حڪم ڪيائين ته ”هنن باغين کي پڪڙي،
نظربند ڪريو ۽ جيسين پنهنجي خطا نه مڃين ۽
منهنجو فيصلو قبول نه ڪن، تيسين پل ته قيد ۾
پيا ڪيا ٿين.“

بس، ويچارن لاءِ ته ويل وهي ويا. هڪ اونداهيءَ
ڪوٺيءَ ۾ وجهي ڇڏيائون. روز صبح جو هڪ داروغو
پڇڻ ويندو هون ته ”چا، اڃان به حاڪم جو حڪم
اوهانکي قبول نه آهي؟“ ڪيترن ڏينهن تائين ته
ويچارن آڻ مڃڻ کان انڪار پئي ڪيو، پر ٿيڪ
ناقا ڪيڏي ڪيڏي ۽ عذاب سهي سهي، لاچار
ڪٽي هاڻو ڪيائون. ٽڏهين مس مس ٿي جندڙي
آزاد ٿين. بنديخاني مان ڇٽي، وڙهي رڙهي وڃي
هڪ وسيءَ پهتا ٿيا، جتي ڳوٺاڻن مٿن ديا آڻي،
ٽڪو پور اچي ڪارائن. جڏهن البت بت ۾ ويا
۽ هلڻ چلڻ جهڙا ٿيا، ته اها وسي ڇڏي وري

آگري ڏي روانا ٿيا. ٿوري گهڙي ڏينهن ڇارڻ وڃي
سيف الله کي خبر رسائي، ۽ هو هاڻي پڪڙجڻ
کان ٻري هوا. سيف الله کي سمجهي آيو ته اڄهو وري
ٿو مصلحت وڃي، سو آگري ۾ ڪن دوستن کي لکي
موڪليائين ته "خبر رکجو، متان هي خبيث وري نه
ڪو ظلم ڪن."

زال مڙس ٻه ٻنهي کي پڙهندا، اچي آگري کان اڪتاءِ
پيو چا ڏسن ته گهنڊ ٽين واري زنجير لي سپاهي پيا
پهرو ڏين. ويچارن جو ته ٻه ولهوڻ، ڇهه ته ولهوڻ.
هر روز صبوح کانوني شام تائين محلات جي چوڌاري پيا
لامارا ڏيندا هوا، پر مجال نه ٿئين جو زنجير جي اوڏو وڃي
سگهن. جي بادشاهه شڪار لي نڪرندو هو، ته هي ٻه
سندس ٻويان لڳندا هوا، ۽ جي وري شهر مان گذر
ڪندو هو، ته هي ٻه پٺ نه ڇڏيندا هئس. بس ويچارن
کي انهن ڪندي مهنن جا مهنا لنگهي ويا، پر مراد
حاصل ٿي نه ٿئين. نيٺ هڪ ڏينهن جڏهن بادشاهه
ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، جمنا نديءَ لي سيل شڪار ٿي ڪيا،
تڏهن پير مرد ٻاڙيءَ ۾ ٽپو ڏيئي، ٻيڙيءَ جو ڳراو جهلي،
وڏي دانهن ڪئي ته "شاهن جا شاه! انصاف! اي
شاهن جا شاه! انصاف!" هيءَ فرياد ٻڌي، جهانگير

اُنهس ۾ ڀتّي ويو. جان نهاري ته هڪ ٻيو مرد ٻيڙيءَ
جي پاسي ۾ ٻيو اُڙڪي ۽ اُڙڪي. هڪدم حڪم ڏنائين
ته ٻوڙهي کي پاڻيءَ مان ڪڍي، ٻيڙيءَ ۾ چاڙهيو.
ائين ڪيو ويو. پوءِ ته ٻوڙهي کي چڱيءَ طرح سڃاتائين،
۽ ڪانئس حال جي حقيقت پڇيائين. احوال ٻڌي،
ڏاڍو غم ٿيس. ۽ سيف الله لي ڏاڍا ڇوه ڇنڊيائين.
ٻيو مرد ۽ سندس زال کي ٽانئڪو ڪري، سيف الله
ڏي قاصد روانو ڪيائين ته "دربار ۾ هڪدم اچي
حاضر ٿئي."

سيف الله کي ته خواب ۾ به ڪونه ٿي سجهيو ته
سندس لاءِ ڪا مصيبت لهي آئي آهي، سو شاهي
فرمان جي اها طلب پوري ڪيائين، ۽ لشڪر ساڻ
ڪري، اچي جمنا نديءَ جي ڀرِ ڪمپ لي خيما
کوڙيائين. سندس وارد ٿيڻ جي خبر وڃي بادشاه جي ڪن
پهتي. انهيءَ ئي ڏينهن جهانگير حڪم ڪيو ته "منهنجو
هڪ مست هاٿي صبوح جو سويرو تيار رهي."

ٻڍڙي ۽ ٻڍڙيءَ کي ٻڌ امر ڪياءِ ته "سپاهي
اچي دربار ۾ حاضر ٿيو." پوءِ جو زال مڙس کي
کي هاٿيءَ لي سوار ڪري، ساڻن گڏ جي جمنا ندي
لنگهي پار ٿيو. سيف الله اڃان ننڊ جي خمار ۾ لي

هئو. جهانگير حڪم ڪيو تہ ”ڪيس ڇڙڪيو ڀڃي،
هاٿيءَ جي اڳيان آڻي قتل ڪريو. اڪ ڇنب ۾
ائين ئي ڪيو ويو. پوءِ تہ هاٿيءَ هٿي سيف الله کي
ڇڪي ڇيڙائي، ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏيو. پنهنجي
جهولي دوست جو اهڙو درد ڀريو موت ڏسي،
جهانگير جي دل ڀرجي آئي ۽ حڪم ڪيائين تہ
”ڪيس وڏي مان ۽ طومار سان ليٽي دفن ڪريو،
۽ ساري ڪچهري برابر ٻہ مهينا ماتم ۾ رهي.“

انهيءَ ڏينهن هُن ڀر درٻار ۾ ظاهر ڪيائين تہ
”لوٽي سيف الله مونکي ڏاڍو پيارو هو، پر تہ بہ
انصاف هن ڪان وڌيڪ پيارو لڳم. جا بہ ٿي پوي،
تہ بہ بادشاہ کي ضرور پوري عدالت ڪرڻ گهرجي،
۽ سندس سلطنت ۾ هر ڪنهن انسان کي خواه
غريب هجي خواه غني، پنهنجا پورا پورا حق ملڻ
گهرجن.“



# (١٣)

شاهي مسند تي ويهڻ کان اڳ، جهانگير ڀانيون ٿي ته سلطاني ڪلاهه ۾ ڪيئي ڪل نعمتون سمايل آهن. پر اڃان تخت تي پير ئي ڪين جمايائين، ته پروڙ پيس ته اهو سندس خام خيال هو ۽ چوڻ جيڏا آسان تيڏا لوڏا. تاجپوشيءَ کان اڳ ته البيلو ٿي، پئي خوب مزا ماڻيائين. هاڻ ته قسمين قسمين جوابداريون وڪوڙي ورتس. ڪيس تخت لئي خالي چڻجي ڏکي ڪونه وهڻو هو، نه کي رڳو ڏيک ويک وارين ڪچهرين قائم ڪرڻيون هيس. اول ته ڪيس ملڪ ۾ صلح سانت رکڻي هئي. ڪيترن ئي پوءِ پاورن رئيسن ۽ نوابن باغي ٿي، ڦرلٽ مچائي ڏني هئي ۽ رعيت ۾ بلوي جي باهه پئي ڦوڪي. پيا ته ٺهيو، پر خود سندس جان جگر شهزادي خسرو به فتني ۽ فساد جا دليل پئي ڏوڙايا. سو انهن مڙني کي سڌئين پير تي آڻي، آڻ ڏيارڻي هيس.

انهن مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ جهانگير به مڙس ماڻهو هو. ٿوري ئي عرصي ۾ باغين کي ماري

ماس ڪيائين. نه فقط ايترو، پر پٽس جا هيڏي ساري
سلطنت ٻڌي ڪئي هئي، تنهن ۾ امن امان ۽ عدل
انصاف جو ڏؤنڪو وڄائي ڇڏيائين. پنهنجي انفس
سان پڻ خوب جنگيون جوٽيندو پئي آيو، ۽ هوائن
جو حرص هوا ۾ غلطان هوندو هو، سو هاڻ سڌري صالح
ٿي پيو.

مهرالنسا جي پرڻجي وڃڻ کي ٻه ٽي سال ٿي ويا
هوا، مگر جهانگير جو اُن لاءِ اڃان به ڏيل پئي
ڏکيو، ۽ سندس دل ۾ محبت جو مچ مچو ٿي پيو
هوبهو والين جون واليون پنهنجي مهلقا جي منهن ڏسڻ
لاءِ انتظاريءَ ۽ بيقراريءَ ۾ پيو ڪاٽيندو هو. ڪڏهن
نه ڪيس اکين اڳيان اوڏو سمجهي، مٿس بيوفائيءَ جا
الزام مڙهيندو هو ۽ ڪڏهن نه سندس مٺو نالو
للڪاري، کيس وصل لاءِ ورلاپ ڪندو هو.

مهرالنسا جي مڙس ۾ هي مغرور مغل شهنشاهه پنهن
جي لوم ريشمي لوشڪن ۽ اکين لي ليئڙندي اهڙا عذاب
پيو سهندو هو، جهڙا قيدي سهن ٿا اُن ۾. سندس دل
دائما اُد ماد پئي ڪاڏا نه مهرالنسا کي جيڪر پنهنجي
پٽراڻي ڪري باقي حياتيءَ جا ڏينهڙا سندس خدمت
۾ گولو ٿي گذاريان. مهرالنسا جي مڙسءَ لاءِ جو پوري

کان پڙلاءِ اچان ٿا. سندس ڪنن تي پئي پيو ۽ هنجي
من موهڻي صورت اچان ٿي. سندس دل تي اڪرڻ
هئي. وڏائي وس هلايائين ته ڪٿان اهي خيال ڇڏ
تان لاهي، عشق جي بند مان پاڻ آجو ڪريان، پر
ڪجهه نه وريس. نيٺ لاچار ٿي، سڀئون سڀئڻ لڳو
ته علي قلي بيگ کي هرڪائي، يا دڙڪا تاب ڏيئي،
کانئس مهرالنسا کي طلاق ڏياري، پنهنجي من جي
مراد حاصل ڪريان. سو بهاني ڪبهاني علي قلي بيگ
کي پاڻ وٽ گهرائي ورتائين. اول ته سندس وڏي
آجيان ڪيائين. پوءِ ساڻس اوپاريون لهواريون ڳالهيون
ڪرڻ لڳو. ڪجهه وقت بعد کيس چيائين ته "يار! مونکي
پڪ آهي ته تون ته هن جهان ۾ ئي جنت جا مزا
پيو ماڻيندو هوندين. انهيءَ جي ڳالهه اچان مونکان
نه وسري ويئي آهي ته ڪٿان مون هڪ دفعي تنهن
جي گهرواريءَ کي ڏٺو. سندس سونهن، سمجهه ۽
سوڀيا انوقت منهنجيءَ دل تي واه جو اثر وڌو."

علي قلي بيگ جواب ڏنو ته "هائو سائين! بيشڪ
هن بندي کي الله تعاليٰ نوازيو آهي. هوءَ منهنجي
اکين جو تارو ۽ ڇپيءَ جو هار آهي. آءٌ خدا جا ڏاڍا
شڪر ادا ڪريان جو منهنجيءَ غريباڻيءَ اونداهيءَ

مڙهيءَ کي هنجي چمڪندڙ ڇوري سان چمڪايو اٿس."

هي لفظ ٻڌي، جهانگير کي جان تان جوش آيو، سو کيس چيائين ته "البت چنڊ وانگر فقط دورانهين تان تونئي چمڪي ٿي؛ باقي هيٺ لهي اچڻ کان ته، مان ڀانيان ٿو، ته اهان لوڪان عار ڪندي هوندي."

علي قلي بيگ جواب ڏنو ته "سائين! گناه معاف؛ پر مون ۾ همت سو، سا خدا ڪري ڇڏيو آهي، ۽ هوءَ به مونسان اهڙي ئي سچي آهي."

جهانگير پاڻ وڌيڪ جهلي نه سگهيو، سو زور مان هڪل ڪري چيائينس ته "اڙي! آهين تون ڪير؟ سمجهين ڇاٿو؟ مهرالنسا تو جهڙي جي دام ۾ ڦاسڻ واري نه آهي؟"

علي قلي بيگ به البت غصي ۾ ورايو ته "هائو، قبلا! پر منهنجي صحبت جي تاءَ هنجي به دل موم وانگي رجائي، نرم ڪري وڌي آهي؛ ۽ اسين ٻئي هاڻ هڪجسم آهيون."

جهانگير گهڻو ٻائي چيو ته "بيوقوف! هوش رک. خبر اٿيئي ته ڪو وقت هو جو مهرالنسا ۽ مان هڪ ٻئي تي ليليٰ مجنون وانگي هواسين."

علي قلي بيگ به الغرضائيءَ سان جواب ڏنو ته

"مونکي نه ڪا خبر ڪانهي. هوءَ هميشه منهنجي نڪاح ۾ پئي زال آهي، ۽ ڪنهن به ٻئي بشر کي طاقت ناهي جو کيس مونکان جدا ڪري سگهي."

جهانگير چٽ پئي چيس ته "يار! ڪي سمجهه. هوءَ ۽ آءٌ هڪ ٻئي جي عشق ۾ اَڙيل آهيون، سو منهنجي صلاح اٿيئي ته ڪري کيس طلاق ڏي."

علي قلي بيگ هي حرف ٻڌي، ڪاوڙ ۾ لڇي لعل ٿي ويو، ۽ شوخيءَ سان چيائين ته "جيسين سر سلامت اٿم، تيسين آءٌ هن کي ڇڏڻ وارو نه آهيان."

جهانگير وري به سمجهايس ۽ چيائينس ته "ٻڌ هن، تون اڃان مهرالنسا تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار نه آهين؟ باقي آءٌ توکي ٻڌايانٿو ته جيڪڏهن تون منهنجو چيو مڃيندين، ته آءٌ ڏاڍو خوش ٿيندس."

علي قلي بيگ جواب ڏنو ته "آئين نه ڪڏهن به نه ٿيندو."

لڇنتي جهانگير چيس ته "جي آءٌ توکي اهڙو حڪم ڪريان، ته به انڪار ڪندين؟ ٿورو خيال ڪري، جواب ڏي."

علي قلي بيگ وراڻي ڏني ته "اها خيال ڪرڻ جي ڳالهه ئي ڪانهي. جي حضور جن انهيءَ ڳالهه لي

هونءَ پڻ پرڀو ٻيٺا آهن، ته پوءِ آءٌ به مٺي ماڙائي ڪان
سواءِ نه رهندس. مولکي ٻه پنهنجي لڪ ڪي مَر
لائٽي ناهي. جيڪڏهن اڄ سائين جن ڪانسواءِ ڪو
ٻيو اهڙي مثال ڪري ها، ته پاڻيهي ڪل پوس ها."

ائين چئي، اٺي کڙو ٿيو. ۽ سڌو گهر ڏي روانو ٿيو.

جهانگير کي علي قلي بيگ جي اهڙيءَ روش
تي ڏاڍو صدمو پهتو، سو آرام ئي نه اچيس. هتان
اٺي ٻيو هٿ وهي. عشق جي الله ۾ ڇا جو ڇا ٿئي
ٻڪياءِ. نيٺ دل ۾ هڪو پهه پچاياءِ تہ "مهرالنسا
کي ڪٺن به هٿ ۾ آڻيندس. مولکي خاطري آهي
ته هن جي اڃان به مون سان لنءَ لڳل آهي، سو
آخر ٿيندي به منهنجي. هن هٺيلي ايراني سپاهيءَ
کي هن ٻيهوشيءَ جي بدلي ۾ ضرور سو ڏيڻو
پوندو. مهرالنسا ڪنهن به صورت ۾ هنجي پدڻ
۾ نه پڏي هوندي. لائق ئي منهنجي آهي، سو ضرور
منهنجي پڙاڻي بڻبي. ٿلت هجي هـهڙي لڠس
کي جنهن مولکي هيترو وقت ڪانئس غافل رکيو آهي."

اهڙا خيال پچائي پچائي، لاڙي وڃاڻين، جنهن
لي سندس يار غار وزير ٿڌير احمد هٿ ادب جا
ٻڌي، اچي اڳيان بيٺس ۽ چيائين ته "حضور اعليٰ

جو ڪوڙو فرمان آهي؟"

جهانگير: "بارا! ٻاڻ ملهائڻ جو هاڻ عمدو وجهه اچي. آئي ڪم ڪش. جي ڪمالا ساب ٿيءِ ته آءُ به تنهنجا ٿورا عمر ڀر نه وساريندس."

نذير احمد: "قبلا! هي غلام حاضر آهي. جو به فرمان ڪندا، تہ وس آهر ڪين گهٽائيندس، ۽ جيسين اُنجي سرانجامي نہ ڪندس، تيسين تنب آرام به حرام اٿم."

جهانگير: "مونکي خاطري آهي تہ اون ڪا ڪوتاهي نہ ڪندين. هاڻ خيال ڏيئي ٻڌ. ڪم نهايت ڪٺن ۽ جوکائتو اٿيئي؛ ڏاڍي سنڀال گهرجي. خبر نہ هوندي‌ءِ ته آءُ مهرالنسا تي مفتون هوس، مگر اُن وقت بخت ياوري نہ ڪئي، جنهنڪري هوءَ منهن جي هٿن مان نڪري ويئي. اهو به معلوم اٿيئي تہ هاڻ هوءَ علي قلي بيگ جي گهر ۾ آهي. هيترا ڏينهن نہ ٿئي سندس صحبت لاءِ ساهه سڪايم، پر هاڻ وڌيڪ ٻاڻ پلي اٿو سگهان. اجهو اينهنجي اچڻ کان اڳم، علي قلي بيگ کي گهرائي، ڪيترو سمجهايم ته مهرالنسا کي ڪٺي طلاق ڏي؛ پر هن نالائق اٿين ڪرڻ کان بنه انڪار ڪيو."

نذير احمد: ”ڇا؟ علي قلي ۽ انڪار؟ حضور اعلى
جو عشق جو هوند زمين آسمان زير زبر ڪري ڇڏي،
تنهن کان به انڪار ٿو؟ رڳو هڪ لفظ جي دير آهي،
حڪم صادر ڪيو ته پورو ٿيو پيو آهي.“

جهانگير: ”سچ لکين آهي، پر دل نٿي چوي
ته ڪو حڪومت جي شروعات ۾ ئي رعيت کي
رنج پهچائي ڪريان. ٻيو حالتون اهڙيون بڻجي بيٺيون آهن،
جو لاچار انهن ڪرڻو پوندو. نادان علي قلي پاڻيهي
ٿو پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻي. پوءِ مان نٿو پوئس
ته جنهن ڳالهه تي منهنجي ساريءَ زندگيءَ جي
آسودگيءَ جو مدار آهي، تنهن ۾ ٿو مونکي آڏو پوي.
جيتوڻيڪ هن منهنجي نوڪري ايمانداريءَ ۽ وفاداريءَ
سان ڪئي آهي، ته به اڄ جا اهڙي اڻ نگي هلت
هليو آهي، تنهنڪري ضرور کيس پڇتائڻو پوندو. سندس
موت بنان وري مون لاءِ چارو به ڪونهي. هاڻ
بس. هن کي انهن ختم ڪري ڇڏ، جو ڪنهن کي
گم ئي نه پوي.“

نذير احمد: ”قبلا! دلجاء ڪريو. اهو ڪم ٿيو
ٿيو پيو آهي. اهڙي ته انڪل ويڙهانديس، جو
سندس ملائڪن کي به پتو نه پوندو. اوچتو ئي اوچتو

ڪيئن مست هاٿيءَ جي اڳيان هيٺون اهڙيءَ ڪيڏ
سان لتاڙائي ماري وجهجيس، جو هرڪو انهن پاڙين
۾ اتفاق سان فوت ٿي ويو.“

جهانگير: ”يار! واه جي رمز رٿي اٿيئي. بيشڪ
مڃايون لهڻيءَ.“

نذير احمد اٿي ڏکو سلام ڪري، چيو ته ”حضور جو
اقبال زياده هجي. منهنجي ته هميشه اها آرزو رهي
آهي ته سائين جن جي خدمت ۾ دم ڏيان. ويندڙني
شرط وڃي ٿو اوهان جي ڪم ڪي لڳان.“

اهين چئي، ٻاهر نڪتو. دربان وٽان معلوم ٿيس
ته علي قلي بيگ ڪي ٿورو وقت ٿيو جو محلات جي
وڏي دروازي مان نڪري، ڏاڍيءَ اڙ ٽڪر ۾،
پالڪيءَ ۾ سوار ٿي، پنهنجيءَ جاءِ ڏي روانو ٿيو.
نذير احمد به هڪ مست هاٿي سنبرائي، ان تي ٿي
ويٺو ۽ علي قلي بيگ وارو رستو ورتي، هنجي ڪڍ پيو.

علي قلي بيگ جا پالڪي بردار سوڙهن گهٽين
مان، آهستي آهستي ڊڙهندا پئي ويا. علي قلي بيگ
ته پنهنجن ئي خيالن ۾ ٻڏو پيو هو. مٿس جهڪي
وهيو واپرو هو ان نهنتي غور پئي ڪياءِ. آخر دل ۾
اهو پڪو ٺهراءُ ڪري ڇڏيائين ته مال ملڪيت ڏن

دولت سان سميت قربان ڪندس، مگر مهرالنساء کي
پنهنجي جيئري جهانگير جي حوالي هرگز نه ڪندس.
ڏاڍو جوڙ و جوان هو. خوف جو دل ۾ ڏئو به
ڪونه هوس. ٻيهر واهيءَ وچان مٿيون پئي موڙيائين،
۽ جهانگير لئه آخر ۾ به نه هوس.

جڏهن سندس پالڪي هڪ سوڙهيءَ گهٽيءَ مان
پئي لنگهي، تڏهن هڪ مست هاٿيءَ جي ڳوري ؟
ٽڪري قدم جو آواز سندس ڪن تي پيو. هن اها
هڪ رواجي ڳالهه ڪري سمجهي، ڇو ته گهٽين مان
هاٿي سدائين پيا ايندا ويندا هوا. پر اوچتو ئي پالڪي بردار
پالڪيءَ کي ڦٽو ڪري اتي ڀڳا. انهيءَ تي علي قلي بيگ
منهن ٻاهر ڪڍي نظر ڊوڙائي. جان ڏسي ته هڪ
مست هاٿي مٿس ڪاهيندو پيو اچي. گهڙي اڌ جي
لوسي نها، ته ٻورا ٻورا ٿيو پيو هجي ها ؛ پر همت
جهلي، هڪدم پالڪيءَ مان ٽپ ڏيئي ٻاهر ٿيو.
ڪن ۾ پالڪي ته هاٿيءَ جي پيرن ۾ اچي ٻورا ٻورا
ٿي ويئي، ڇو ته ڪو دفتريءَ جو ٽڪر هو. هاٿيءَ
هاڻ مٿس هلان ڪئي ؛ علي قلي بيگ به منهن نه
موڙيو ۽ سينو ساهي سامهون ٿي بيٺو. ڪڍندئي ترار
ونئي جو سونڊ ڏاڍي هنيائينس، سو حال ته هاٿي به

هٽي پوئتي ٿيو. ٻه ترار جي گهاءَ وسڻ ڪري هيڪاري
شوخيءَ سان حملو ڪيائينس. علي قلي بيگ به هڪيو
هوشيار هو، سو ڌڪا ٽاليائين هر ڌڪا ترڪ وٺي جو
متي ۾ پالو نوڪيائينس، سو رت ريلا ڪري وهڻ
لڳو ۽ هاٿي شڪست کائي اٿي ڀڳو. پوءِ علي قلي بيگ
پنهنجي ترار اگهي صفا ڪري، ڪپ ۾ وڌي، ۽ اهڙو
بيپرواهيءَ سان گهر ڏي رمندو رهيو، جو ڄڻ ته ڪي
به ڪين ٿيو هوس.

جڏهن گهر پهتو، تڏهن مهرالنسا سندس خون
آلودا ڪپڙا ڏسي ڏاڍي انتظار وچان واڪو ڪري
چيو ته ”خير ته آهي؟ هيءَ رت ڇا جو آهي؟ مهرباني
ڪري ساري حقيقت ٻڌايو.“

علي قلي بيگ: پياري! ڪي به ڪينهي. رڳو
هڪ مست هاٿي اچي پٺيان پيم، ته مون به کيس
هٽائي پوئتي ڪيو.“

مهرالنسا: ”ڏٺيءَ جا لک لک شڪرانا! اڄ
سپاهي ديگ لهرائي، اوهانجي سر تان صدقو ڪيندس.
خدا شل اوهان کي وڏي حياتي ڏئي.“

علي قلي بيگ البيلي ڏڪويل آواز سان چيو ته
”خدا نخواسته. جي اڄ مري وڃان ها ته توکي ڪو

هوش ڪونہ پئي ها."

مهرالنساء: "خدا خير ڪري! هي ڇا ٿا چئو؟
اوهانکي مون منجهان ونءِ رسيو هجي تہ ڀلائي ڪري
جلد ٻڌايو تہ معافي وٺي اوهانکي آرامي ڪريان."

علي قلي بيگ: البت هڏيءَ سان چئو تہ "توکي
منهنجي اندر جي ڪهڙي خبر؟ جي دل کولي ڏيکاريانءِ
تہ پوءِ جيڪر ڪل پوئيئي تہ ڪهڙي نہ دکوئل آهي.
اجهو هينئر جهانگير وٽان تيو ٿو اچان. اچان تنهنجي
پيار نہ ڇڏي اٿس. چوي ٿو تہ مهرالنساء کي طلاق
ڏيئي، ڪٺي منهنجي حوالي ڪرينس. پاڻهجي تہ اٿين
ٿو تہ تون بہ انهيءَ ۾ خوش آهين."

اهي اکر ٻڌي، مهرالنساء جو منهن ٿي سنبارجي
ويو. ۽ چوڻ لڳي تہ "چئو ڇا ٿا؟ خبر ڪانهيو تہ
ڪنهن زماني آءٌ شهزادي کي پيار ڪندي هيس.
مهنن جا مهنا سندس لاءِ بيقراريءَ ۾ گذاريم، هڪ هڪ
ڏينهن منهنجي لاءِ ورهيہ ٿي ٿي لنگهيو. آخر هن تہ
منهنجو قدر نہ سڃاتو، ۽ لڪي ڪي پنهنجا پول پاڙياءِ.
اهو بہ سڀ سماءُ نہ رکيائين تہ مون سان ڇا ٿي گذريو.
توهان پنهنجا وڏ ڪري، منهنجا عيب ٻ ڪي، مون
تان پنهنجا همت نہ لاٿا. آءٌ مورانهين اوهانجي اٿوڙي

سرداريءَ جي لائق نه هُئس. هاڻ نه ڀڄي ڇڏيو اٿو، سو مرڻ گهڙيءَ تائين اوهانجي ڀڄي پاڻهي تي رهڻ منهنجو مُوڪ آهي."

علي قلي بيگ زال کي ڀاڪر ۾ وٺي چيو تہ، "پياري! اڄ تو مونکي جيڻ نه لئون جيارو آهي. ۽ انهيءَ جو اجر توکي خدا ڏيندو! انشاءالله! اسين هرگز جدا نه ٿينداسون. آءٌ نه ڀانيانٿو نه جهانگير کي هرو ڀرو توکي هٿ آڻڻ جو کو اهڙو خيال نه آهي، منهنجي سمجهہ ۾ نه ائين ٿو اچي تہ، اهو فقط هڪ شاهاڻو ڀُوڙ آهي. سلطنت جي واڳن وٺڻ بعد، هو گهڻو سڌريل آهي، ۽ عدل ۽ انصاف جي راه تي وس آهر هلندو پيو اچي."

مهرالنسا: "گهڻو خوف خطرو تہ کو نہ ٿو ڏسجي، پر نہ بہ سنڀال رکجو، متان دشمن ٿي پئجي، ۽ اوهانجي حياتيءَ کي جوکي ۾ وجهي. آهي ڏاڍو خار باز، اوهان جو سندس امر کي آڏو آيا آهيو، سو متان بدلي وٺڻ بنان نه رهي."

علي قلي بيگ: "انهنجو پيار ئي منهنجو حامي همراه آهي. سوين ماڻهو مڙي اچن، تہ بہ آءٌ ڏندين ڏاند آهيان. مجال نہ اٿن جو منهنجو وار ونگو ڪري سگهن."

هي همت ڀريا حرف ٻڌي، مهرالنسا ڀتار کي ڀر لائي چيو ته ”بيشڪ! ڪلي ڪلائي ميدان ۾ ڪو به دشمن توهانجي سامهون بيهي نه سگهندو. مونکي رڳو اهو ڊپ آهي ته خدا نخواسته اوهان سان ڪو ڏوهه نه ٿئي.“

علي قلي بيگ: ”پياري! ڊپ نه ڪر. يقين اٿم ته ڪجهه منصوبا مونکي ڪو به نقصان رسائي نه سگهندا. اميد ته ڪا به حرڪت مونتي اپڙي نه سگهندي. اهو دشمن جو منهن سامهون نٿو اچي سگهي، تنهن جو ويچار ڪرڻ ئي اجايو آهي.“

مهرالنسا: ”شل خدا پنهنجي ٻاجهه ڪندو، ۽ اوهانکي همت ڏيئي رکندو! اهوئي بي اجهن جو اجهو ۽ ٻيلن جو نگهبان آهي.“

هن ٻاکر هيٺين حال احوال ۾ ئي اوريو ته هوڏانهن وري جهانگير چوڌاري جهاتيون پئي پائيون ته ڪيڏانهن نذير احمد سگهو اچي، پنهنجي فتح جي خوشخبري سڻائي. جڏهن پئي ويرم ٿيئي، تڏهن پئي وڌيڪ پريشان ٿيو. ليڪن هڪ خدمتگار نذير احمد جي گهر ڏي روانو ڪيائين ته خبر ڏئي اچ ته ڪهڙو حال آهي. نذير احمد ملول ٿيو، گهر ۾ ليٽيو پيو هو، سو خدمتگار

جي سڏ تي، سڏ و ساڻس گڏجي بادشاه جي خدمت
۾ حاضر ٿيو. جهانگير کيس ٻوري ڪان ڏسڻ شرط
پڪاري چيو ته ”سمجهڻ ٿو ته تنهن جا سعيا
سڦايا نه ٿيا.“

لڌيو احمد: ”قبلا! دل ته ٿي گهريو ته اوهان
جي ڪم ٻوري ڪرڻ بنان اوهانجي حضور ۾ اچي
حاضر ٿيان. ٻر جڏهين سائين جن جو ماڻهو اچي
لڪتو، اڏهن لاچار هليو آيس.“

جهانگير: ”مهرالنسا جي ميڙاڻي بنان مونکي
ڪا مسروري نه آهي. نيڻن ننڊ ڇڏي ڏني آهي.
سگهو ڪم راس ڪر، ته ڪا روح کي راحت رسي.“

لڌيو احمد: ”سائين منهن جا! هن حڪم جي
بندي کي به ننڊ پاڻي حرام آهي. توهان جي ڪم
جي ڪوشش نه هٽان و چڻ ويل شروع ڪيم. هڪ
مست هاٿيءَ کي چونگ ڏيئي، ڪٽهي علي قلي بيگ
تي ڇڏيم؛ ٻر هن خبيث الر ڪري، سو ننڊ ڏاري
اهڙا نه ڪاري ڏڪ وڇايس، جو هو چوڪي اٿي پگو.“

جهانگير: ”شاباس! اهو ڪم اٿين ٿي ٿيندو.
همت نه هار. مونکي يقين آهي ته سگهو ئي تون
سوڀارو ٿيندين.“

نذير احمد: ”جيئندا قبلا! اوهانجي بخت ياوري ڪئي، ته دشمن هرگز داوري ڪري نه سگهندو. آهي ڪهڙي خسيس ڳالهه؟ ڳڻتي فڪر نه ڪريو.“

جهانگير: ”پيارا دوست! سالن جي سانديل عشق هاڻ پڙڪو ڪاٺي پنهنجي مڃائي ڏنو آهي. جيرا ٻڪيون جلائي رهيو آهي. ٻن پيڙن جي وچ اچي ڦاٿو آهيان. مهرالنسا کان سواءِ جيئڻ جنجال آهي. علي قلي بيگ جي مرڻ بنان ڪيس حاصل ڪرڻ محال آهي. دل نٿي مڃي ته ڪو علي قلي بيگ کي ايذاءُ پهچي. هو هڪ بانڪو بهادر آهي، ۽ منهنجو بـــ مٿس راض آهي. هوڏانهن وري معشوق به اتو سهسائي سگهان. ملڪ هجي، تخت هجي، پر جي مهرالنسا نه ملي ته ڇا ٿيو؟ ڇا ڪبو طائوسي تخت کي؟ ڇا ڪبو سلطاني سيج کي؟ محبوب بنان اهي مڙيئي عين عذاب آهن.“

نذير احمد: ”حضور اعليٰ کي هاڻ تو به لوسڻو نه پوندو. آخر اهڙا ڪم پل اندر پورا ڪين ٿيندا آهن. مهرالنسا بيگم جو ستارو زور تي ڏسجي، جو توهان جهڙو شهنشاه مٿس فدا آهي.“

جهانگير: ”انهيءَ ۾ ڪهڙو عجب؟ جهڙس حسن

تي ملائڪ به موهجي وڃن، سو آءُ سندس محبت ۾
مستانو ٿيس ته ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي؟ آءُ ته ڀانيان
ته سندس نوراني نظر کان پلڪ به پراهون نه ٿيان.
خدا ڪري جو سندس جمال جو ستارو منهنجي سدائين
چمڪندو رهي.“

نذير احمد: ”رڳو رب ئي، مڙئي سٺائي ٿيندي.
ڪنهنکي آهي مجال جو اوهانجي آرزو رهجي سگهي؟“

جهانگير: ”مون ته هن نامراد ايرانيءَ مان وڏا
وس هلايا، پر باز نه آيو. ڏاڍو هوڏي ۽ بدمغز آهي.
وڃو پنهنجي عزت آبروءَ جي لڄ ٻئي لنواريائين.“

نذير احمد: ”حضور! ڀيوس ته سهين ڪ ليڙيءَ!
هيءُ مان مرتبو جنهن تي ايڏو ڪڏين ٿو، سو آهي
ڪٿان؟ آهي ڏينهن به ياد ڪر، جڏهن دمڙي به
کيسي ۾ نه هيس ۽ خسيس سپاهگيريءَ لاءِ به پاڻون
ٻئي ڪاڏيس. جي حضور مرحوم جا همت نصيب نه
ٿيني ها، ته اڄ آخر ۾ به نه هجين ها.“

جهانگير: ”جڏهن آهي ڏينهن پلجي ويو آهي
تڏهن نه، اڄ منهنجي ڳالهه ڪيس ڳوري ٿي لڳي.
مهرالنسا کي ته ڪنهن به دستور پاڻ وٽ آڻيندس.
ڪمبخت چوڻو ته ’مهرالنسا منهنجي مشتاق آهي،‘ واٽ

جي پلاءَ کي کهڙو صرفو؟ پڻ و ته هوندم ته نڪاح
راس کڻن ته لنن لعنتن جو مٿس وسڪارو لائي ڏئو
هٽائين، سو تو مٿس هاڻ هنجي حب سندءِ هامون
هڻي! د ٻڙ دولس شاديءَ وري جي مولتي ڪورئو
قربان ٿي وڃي.“

نديو احمد: ”هائو، سائين! هائو. مون ٻاڌ پڻ و
هو ته مهرالنسا بيگم کي ته ڏينهن جا ڏينهن سندس
شڪل به ڏٺي نه ٿي وٽي. ويچاريءَ کي وڏيون آسون
هيون ته هن پيش اوهين ڪيس الهيءَ آزار مان ڪيندا.
پر اوهانتي جو اوچتو حڪومت جو بار اچي ڪڙڪيو
سو اوهان به اهڙو وڏا رهيا، جو سندس ڪرٽي
ڪاٿ لنديو. ننڍهن لاچار ويچاريءَ منهن مٺو ڪري،
علي قلي بيگ سان گذارڻ لڳي. هاڻ به جي پتو
پوءِس ته اوهين مٿس اهڙائي خواهان آهيو، ته هوند
ٻڪيءَ واوا پر ڪري اچي پيش ٿوي.“

جهانگير: ”افسوس! مولکي اهڙي ڪڙڪ ٿي
ڪاٿ هئي ته ڪو ويچاريءَ مون لاءِ واجهه پئي وڏا.
اها خبر بنه هاڻ پئي اٿم. الهيءَ سببان پاڻيان ته
علي قلي بيگ کي سر پچائڻ جو وري به يڪبارگي
وجهه ڏيان. جي پوري پير لي اچي وئو، ته ڏاڍو

چڱو. مٿس جـــور جـفـا ھلائڻ، لھايس ڏکيو ٿو لڳيم. جي تنهن سان ڇڏجي نہ ڪالي ڇو ڪم آڻجي؟ تون بہ جي مٺ محبت ۾ ميڙائي آڻيس، نہ ڏهرو دان ڏيندو وسانءِ. ھو جي ڪنهن بہ قول ٻاز نہ آيو نہ پوءِ اختيار وارو آھين، جئن وڻيئي اوئين ڪج. هاڻ اٿي، ۽ سندرو ٻڌي، وڃي ڪم جي سرانجامي ڪر.“

نذير احمد: ”قبلا! علي قلي بيگ مٺ محبت مان ڇا ڄاڻي؟ ساڻس مٿو مارڻ ئي اجايو آهي. تنهن هوندي بہ حضور جو حڪم مولڪي اکين تي آھي. وسون نہ ڪين گھٽائيندس، ھو جي سڌو نہ ٿيو، نہ پاڻيهي لٽڪو لوڙيندو. ھاڻي، خدا حافظ! حضور جن اسلايل ڪن. انشاءَ الله! ڪئن بہ ڪري، ڪم کي پورو ڪبو.“



(١٤)

شاهي محلات مان ٻاهر ايندي مهل، نذير احمد
جو منهن خوشيءَ وچان ٽڙيل نظر پئي آيو. اکيون
آسمان ۾ کوڙيو، سينو ڪشي، مڇون مروڙي،
ذليل پئي ڏوڙايائين ته اڄ مون جهڙو ملڪن ۾ ڪو
ڳوليو لڀندو. دنيا دولت جي جوفي لئي هڪ مسڪين
مگر شير دل سپاهيءَ کي قتل ڪرڻ جون رٿون
پئي رٿيائين. اهڙو نه آڪوجي ويو، جو پاڻيهي پاڻ
لئي آفرين ڪري، پئي چيائين ته ”نذير احمد! تون
ٻه ڪا شيءِ آهين، انڌن ته ڏينهون ڏينهن بخت
وڃيئي تو بالا ٿيندو، ۽ شان ۽ شوڪت اعليٰ ٿيندو.
وڃار ته ڪو نه اچي جو ڳنڍيون پيو ڪترينده هئين،
سو اڄ اهڙي منزل کي وڃي رسيو آهين، جو هاڪارا
حاڪم به منهن ميڙون پيا ڪني. واه جو جگر
ڏاريو اٿيئي! هاڻ ڳهڙ ڪو اهڙو گهاٽ، جو دعيءَ
مدعيءَ مان موجان ماڻين.“

اهڙا پسه پچا ٿيندو، اهڙيون لائيون لنوندو،
گهٽيون گهوما لتاڙيندو، اچي هڪ جهوپڙيءَ وٽ

پهتو. ڏو ڪي ٻه ٽي دفعا ڪڙڪايائين، انهن ۾ هڪ
ٻڍڙي عورت ٻاهر نڪري آئي ۽ ڪمس منهن ۾
ڇتائي ڏسي، اندر وٺي ويئي. صفي ۾ چاليهارو ڪن
ماڻهو ويٺا هوا، جن شراب جا پيالا ٿي ڪيو پئي
پيتا. نذير احمد کي ايندو ڏسي، سڀئي عجب ۾
پئجي ۽ پڪاريو ته ”تون وري همت ڪئي اچي
نڪتو آهين؟ اسان ليکي ته تون بادشاه جو خاصخيلي
بڻيو ويٺو آهين. شاهي خزاني جي لٽڻ جي ڪا
تجويز سٽي هجيئي، ته اسين هردم حاضر آهيون.“

نذير احمد جواب ڏنو ته ”اهڙو ته موقعو ملڻ
اجهان مشڪل آهي؛ مگر بادشاه جي چاڪريءَ ڪرڻ
جو هينئر واه جو وجهه آهي. ڪوبه همت ته نٿي
پڌا ٽڪا ڳڻي پڌايائو.“

موالين مان ڪيترن پڪاري چيو ته ”بادشاه جي
خدمت ۾ ته اسين هردم ڪمر ڪشيو بيٺا آهيون.
ڪٿين سوداڻن ۽ سيٺين جو مال ضبط ڪري، ڪين
سڌو جهنم ڏي روانو ڪيو اٿئون! جي اٿين ته ڪوئون
ته هو جهڳڙو اهڙو فساد ۽ دنگو مچائين، جو
في الحال ته ساري سلطنت کي لوڏو ڏيئي ڇڏين.
هاڻ پڌاءِ ته اهڙي ۾ ڪا ٻي خدمت؟“

نذير احمد مرڪي ورايو ته ”بيشڪ! اسان جو روز مره جو ته نندو اهسين جوڳو آهي. ٻر اڄ ڪا ٻي ڳالهه آهي. قصو ڪوتاهه، ته جهانگير علي قلي بيگ جي سهڻيءَ زال تي مفتون ٿي پيو آهي. هوڏانهن وري هو هنيلو ايراني پنهنجيءَ عورت تان هٿ کڻو ڪٽي، سو مولکي حڪم مليو آهي ته ڪنهن به دستور وڃي، هن کي ختم ڪري اچ. آءٌ به سمجهي ويٺو آهيان ته اوهانجي مدد ڪانسواءِ آءٌ ڪي به ڪري ڪين سگهان. اوهان کي مڙساڻون انجام ٿو ڏيان ته هن ڪم جي عيوض اوهان کي دل گهريا انعام وٺي ڏيندس. صلاح آهي ته اڄ رات ٿي چمڙا پوش ٻهري، اوچتو هلي علي قلي بيگ جي مڪان ڪڙڪون ۽ ڪيس قابو ڪري، زوران زوريءَ زالس جو طلاق نامو لکائي وٺونس.“

سيٺي چيو ته ”سبحان الله! اهڙي به ڪا ٻي ڳالهه؟ اڄ رات ڏٺي ته سڀ تيار آهيون.“

نذير احمد: ”شاباس! ٻهلوانو! هاڻ ٽڙي پکڙي وڃو. اڄ رات جو چوڪ وٽ گڏ ٿا سون.“

انهيءَ چئي نذير احمد گهر ڏي راهي ٿيو.

اڄ رات جو وڳڙ و هو. جيڏانهن نظر ڦيراءِ، تيڏانهن اونده انڌوڪار. نيم نيلي آسمان تي تارن ٽمڪ ٽمڪ

ٻڌي ڪئي. زمين تي صلح سلامت لڳي پئي هئي.
ماڻهو موڙن، پکي پکڻ، جيت جڻيا، مطلب ته ساري
مخلوقات دنيوي فڪرن کان فارغ ٿي، ننڊ جي نشي
۾ مست هئي. شاعرن ننڊ کي موت جي ڀيڻ ڪري ڪوٺيو
آهي. ننڊ ۾ انسان جو روح بدن جي پڃري مان نڪري،
ڪٿي جو ڪٿي سير شڪار پيو ڪري. شاهه ۽ گدا،
غريب ۽ غني، حاڪم ۽ محڪوم هڪجهڙا ٿيو پون.
باندي پنهنجا بند وساريو ڇڏي. سلطان کان سلطنت
فراموش ٿيو وڃي؛ الم ۽ انديشا، غم ۽ وهم دل جي
ڦرهيءَ تان ميسارجو وڃن.

اڄ اهڙيءَ ويل نذير احمد ۽ سندس سڀ سنگتي
اچي چوڪ وٽ نڪتا. اونداهيءَ وچان انهن سرندا ٻڌي
آيا، جو ڄڻ ته ڪي جن ڀوت آهن. پوءِ ته، وڃي
صلاحون ڪرڻ لڳا. ايتري ۾ سندن ڇاڙتن اچي خبر چار
ڏني ته "ٻڙ ٻالهو پيو آهي. هاڻ ته بنان تڪليف
مقصد حاصل ٿي پوندو." اهڙيءَ ريت سڀ اٿي کڙا ٿيا
۽ سڌو علي قلي بيگ جي گهر ڪاهي پيا. ان بعد
نذير احمد هڪ ٽٽين نموني جي سيٽي وڄائي، جنهن
تي سندس ٻه چار سنگتي جي علي قلي بيگ جي گهر
۾ ڇپيا ويٺا هوا، سي نڪري نروار ٿيا، ۽ هڪ ٽنڊڙي

ڪلبل دروازي ڏي هٿ کنياتون. ٻوءِ نه سيپٽي ڏ وکيندا
اندر گهڙي پيا. اول ته اندرين ڏون دروازن کي
تاڙيون وجهي ڇڏيائون، ۽ انهن تي ڇهه ماڻهو پهريدار بيهاري
علي قلي بيگ واري ڪمري ڏانهن وڌيا. علي قلي بيگ
در دروازا کولي، الغرض تيو ستو پيو هو. هي لٽيرا
آلي پهچڻ شرط، تلوارون کڻي مان ڪڏي علي قلي بيگ
کي وڪوڙي ويا. منجهانئن ڇڱن جڻن مهرالنسا کي
ڪٽ سوڙ و ڪٽي، وچي ٻئي ڪمري ۾ وڌو.

نذير احمد پنهنجي تلوار جي نوڪ علي قلي بيگ
جي سيني تي لڳائي، تنهن تي هن لنبا ڪري آواز
۾ پڪاري چيو ته ”ڪير آهين؟ ڇا لاءِ هتي آيو آهين؟“

نذير احمد ورايو ته ”اسين ٻه، تو جهڙائي انسان
آهيون. تو وٽ هڪ نهايت نازڪ نياپو کڻي آيا آهيون.“

علي قلي بيگ جو اڃان ننڊ جي مستي ۾ هو،
تنهن ڪر موڙي چيو ته ”ڇا جو نياپو؟“

نذير احمد تلوار جي نوڪ البت زور سان چيپائي
چيو ته ”اٿي اک پٽ. جي اڃان ئي مهرالنسا کي طلاق
ڏيڻ جو اقرار ڪرين، ۽ ڏهن هزارن اشرفين جو ڳوٿرو
منهنجي حوالي ڪرين، ته ڇا، ته جهنم ڏي
روانو ٿئين.“

علي قلي بيگ هي حرف ٻڌي، ستل شير جيان اُڇالنگ ماري، نذير احمد جي هٿ مان تلوار کسي ورتي ۽ رڙ ڪري چيائين ته ”ڪنهن کي آهي اهڙي ٻولي جو اهڙا لفظ تو ڳالهائي؟“

نذير احمد چيو ته ”بيوقوف! ڪي سمجهه. موت اچي مٿي تي بيٺو اٿئي. جي ڀانئين ته سندس چنبي کان ڇٽان ته ماٺ ميٺ ۾ ڪٺي پنهنجي زال کي طلاق ڏي، ۽ پنهنجي خزاني جون ڪنجيون آڻي اسانجي سامهون رک.“

علي قلي بيگ أمالڪ بسترو ڇڏي، ڪڙو ٿي بيٺو. ۽ ڪڇڪوڙ ڪري چيائين ته ”آهي ڪير جو هي اکر تو منهنجي سامهون ٻڪي؟“

نذير احمد هاڻ پنهنجي سائين کي حڪم ڪيو ته ”علي قلي بيگ تي حملو ڪريو.“ ٻاڻ ۽ هڪ ڪلهل تلوار هٿ ۾ ڪٺي سائن شامل ٿيو. سڀيئي سائيون چالهه. تلوارون هڻ بهادر ايراني ۽ کي وڪوڙي وٺون، لو هن بدان ڪنهن ٻ ڀ ڏاءِ جي بيرواهيءَ سان پنهنجي اکي الوار ڦيرائي، منجهن اهڙو ته ناڪوڙو وجهي ڇڏيو، جو هنن جي همت ئي هارجي ويئي ۽ سائس وڌيڪ مقابلو ڪري نه سگهيا. ڪيترا ته قتل

ٿي ويا، ڪيترا اُتي مئا ٿيا ۽ باقي زخمي ٿيا.
علي قلي بيگ کي به گهڻائي زخم رسيا. نذير احمد
وري به هڪواريءَ ٻڪي سو حملو ڪرڻ لي هو، پر
اچانڪ دروازو کليو ۽ علي قلي بيگ جا ڪيترا
نوڪر سائيس اچي پهڙو ٿيا.

انهيءَ تي ته ويتر نذير احمد ۽ سندس زخميل ساٿي
ٻچ ٻاڻي اٿي ڀڳا ۽ سنت تي ٽڙي پکڙي، غائب
ٿي ويا. علي قلي بيگ جا ماڻهو گهڻو ئي کي سندن
پٺيان پيا ۽ پر هنن جو پتو به ڪونه پيو.

هوڏانهن وري علي قلي بيگ مهرالنسا کي پنهن
جي ماڳ تي نه ڏسي، ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ سندس
ڳولا ڦولها ڪرڻ لڳو. آخر ڪيس گهر ۾ صحيح سلامت
ڏسي، نهايت سرهو ٿيو. مڙس کي جوکي ۾ ڏسي،
مهرالنسا جو به ساه قبض ٿي ويو هو، سو هنجو سر
سلامت ڏسي، ڏاڍي اُڪنڊ مان پڪاري چيائين ته
”ڌڻيءَ جا لک شڪرانا جو مون مسڪين جي صدقي
اوهانکي لئين حيا لي بخشي اٿس. مون جو اوهانجي
ڪمري ۾ ڪن لفنگن جو لڙ پڌو، سو وڃي نوڪرن
کي سڃاڳ ڪيم. هاڻ هتان اسان لاءِ وڌيڪ رهڻ
محال آهي.“

علي قلي بيگ گهر واريءَ جا اهڙا عجب ڀريا حرف
ٻڌي، گڏ گڏ ٿي ويو ۽ کيس ڳراٽڙي پائي چيائين ته
”پياري! اڄ ته اوتي مونکي ڀڄايو آهي. اهي رهزن
مونکي اهڙو وڪوڙي ويا هوا، جو پاڻ ڇڏائڻ مشڪل
هو، پر اوچتو نوڪر اچي سهڙيا، ۽ هو هڪدم اُٿي ڀڳا.
اُميد ته وري ويجهو نه ايندا.“

مهرالنساء: ”اوهين ته ڏاڍا زوراور ٿا ڏسجو. هي
ڪي رواجي چور نه هوا. ڏٺم ته سيني کي منهن تي
برقعا پيل هوا. شڪ نه آهي ته ڪنهن زبردست دشمن
جا چاڙتا هوا.“

علي قلي بيگ: ”منهنجي من ٺارا! ڪو ڳڻتي
ڪر نه ڪر. جي دشمن ڏينهن ڏٺي جو مون سان
سامهون ٿيڻ کان ڇرڪن ٿا، تن جو ڪهڙو اُن ڪو ڪبو.
مٺڙي! ڇڏ انهيءَ ٻچار کي. اڄ ته هاڻ آرام ڪريون.
جنهن مالڪ هن ويلا تائين اسانکي هٿ ڏيئي رکيو
آهي، سو اڳتي به ڪين ڇڏيندو.“

جهانگير تي مهرالنساء جي نيڻن وري لڳن سو
آرا پئي ڪيا، سو سلطنت جي معمولي ڪاروبار کان
وهلو پئي ويو. شراب جون پڪون پي، پئي پاڻ ٻوڙيائي.
اڄ رات وٽس وڏي محفل متي پيئي هئي. مشهور

گوئيا، تانسين جا ناني، لاناني تانون هڻي، من موهيندڙ آلاپ ڪندي، پانس پانت جا راڳ ۽ راڳڻيون ڳائي رهيا هوا. شيرازي شراب جا دؤرنگ پئي لڳا. نازڪ بدن نينگرين ناچ لڳا وجهي، مجلس کي بوستان بڻائي وڌو هو. جهانگير جي روح ورتو ويا پئي ڏنا. پل پل پنهنجي پيارن جون وائون پئي واجهايائين. آ- ر ڏاري مس محفل برخاست ٿي. جهانگير نذير احمد جي اوسيڙي ۾ اٿيئي ويٺو رهيو. نيٺ نذير احمد به اچي اڪٺو. سندس منهن مان ئي پئي پڪيو، ته مطلب حاصل ڪري نه موٽيو آهي. جهانگير پيار ئي پڪاري چيس ته ”منهن جو نصيب اڄان ڪي ڪٺل ٿو ڏسجي.“

نذير احمد: ”خدا جا شڪرانا، جو شينهن جي چنبي مان جند ڇڏائي آئم. منهن جي ڪن ساٿين نه سائين جن جي خدمت ۾ سر ڏنو آهي.“

جهانگير: ”ساري حقيقت ٻڌائي ستاء.“

نذير احمد: ”علي قلي بيگ ته رستم ۽ اسفنديار جو به ڏاڏو آهي. سندس همت ۽ بهادريءَ جي ڪهڙي تعريف ڪريان؟ مطلب ته ٿوريءَ ڪيهر وانگي اچي اسان تي ڪڙڪيو. اسان ۾ ته ٽاڪوڙو وجهي ڏنائين. ڪي ڪٺا، ڪي ڦٽيا، باقي سان ست ۾ ڪري آئي پڳا.“

هيءَ واردات سڻي جهانگير غصي ۾ ٻوجي چيو
تہ ”انهيءَ جو ڪارڻ ضرور بدلو وٺڻ گهرجي.
تنهنجن همراهن جي ٻارن جي ڏوهہ ڪڍڻ لاءِ آءٌ
پاڻهي جوڳو بندوبست ڪندس.“

نذير احمد: ”وڏي مهرباني. حضورجن جي جلال
جو شال ساري جهان تي جلوو پوندو رهي. جيسين
علي قلي بيگ کان انهيءَ جو وير نہ وٺندس، تيسين
مونکي ليٽڻ لئہ حرام آهي.“

جهانگير: ”هاڻ ڪا ٻي روز رٿي اٿيئي؟ اميد
تہ هاڻ هٺي وڃي هٺ ڪندين.“

نذير احمد گهڻي غور بعد عرض ڪيو تہ ”قبلا!
اجهو هينئر هڪ ڳالهہ دل تي تري آئي اٿم. سپاهي
جو علي قلي بيگ دربار ۾ ايندو، سو ضرور پاڻمرادو
انهيءَ حادثي جي حڪايت ڪندو. اوهين بہ سندس
سر جوشيءَ تي کيس خوب ساراهجو. انهن ڪري ٻئي سان
هو اهڙو تہ ڦولہ ۾ ٻوجي ويندو، جو ڪهڙو بہ
جوکائتو ڪم مٿس رکبو تہ نابري نہ واريندو. پوءِ تہ
آءٌ بہ هڪڙو چٽو بڪايل چٽو وٺي، اچي لڙائيندو وساندس.“

جهانگير: ”انهن وري ڪهڙي ٿيندو؟ آءٌ بہ
تنهنجي ٻولي نٿو ٻوڙيان. چٽو چؤ.“

نذير احمد: ”اڄ سندس دلبريءَ لئي ٺٺوليون مچائي ڇڏيندس؛ پريءَ محفل ۾ چوندو سانس ته ’جهڪي پڌائين تو سو شايد سهڻي ۾ ڏٺو ائين.‘ انهيءَ لئي ضرور ڪاوڙبو. پوءِ چوندو سانس ته ’يار! جي اهڙو پهلوان آهين، ته اسانکي به ڪو انهيءَ جو اهڃاڻ ڏيکار. تلوار کڻي، چيتي سان ته وڙهي ڏيکار.‘“

جهانگير خوش ٿي چيو ته ”هيءَ ته چڱي رمز لڌي اٿيئي. جي ائين ڪرڻ سان مقصد حاصل نه ٿيو، ته به ونڊر ته واهه جي ٿيندي. هاڻي اوکي موڪل آهي، صبح جو سويلو تيار رهج.“

مقرر ڪيل وقت تي ٻئي ڏينهن دربار سمن برج واري ڪماڏي دالان ۾ ڪٺي ويٺي. سامهون جمنا نديءَ گڙ گڙ ٿي ڪئي. نديءَ ڪناري هڪ ڪليل ايوان هو، جتي اڪبر بادشاهه هاٿي وڙهائيندو هو. علي قلي بيگ اڄ البت اوير آيو. راتوڪي حادثي ڪري دير سان جاڳيو هو. جئن جهانگير جو نظر اچي سلام ٻڌائين، تئن هن ٺٺولي ڪري چيس ته ”واهه ته ڏاڍا ڪي عيش ڪمايا اٿيئي، جو اڄ دربار ڏي اچڻ ۾ هيتري دير وڌي اٿيئي.“

علي قلي بيگ ٻانهون ٻڌي عرض ڪيو ته ”حضور اعليٰ!

ڪالهه سارو ڏينهن ۽ ساري رات مولسان اهڙي ويل
رهي گذري آهي، جو ڇا بيان ڪريان. اڄ ته هڪ
مست هاٿي اچي مٿم ڪڙڪيو. ذري گهٽ لتوڙي
ليون هئائينم. پر الله جي مهرباني، جو ليٽ مٿس
قابو پيس. ٻيو وري آڌيءَ رات جو هڪ ڪانڪن
جي ٽوليءَ منهنجي گهر کي ڪاٽ هنئي، لنب جي
غفلت ۾ مونتي هلان ڪئي. پر خدا جي فضل سان
سڀني کي اڙي ڪيم. تنهنڪري چرڪو سمهيس،
سو وري اٿيس ئي چرڪو."

جهانگير: "بيشڪ ۽ تنهنجيءَ الوار ۾ ئي عجب
کيل رکيل آهن. تو جهڙو پهلوان ئي ڪو ڇڏو ليندو.
پر مست هاٿيءَ سان اکي سر وڙهڻ ۽ لٽيرن جي
سڄيءَ ساريءَ ٽوليءَ کي ڀڄائي ڪڍڻ، اسان جو
عقل ته نٿو مڃي."

الهيار احمد وچ ۾ ٽپي چيو ته، "قبلا! گستاخي
معاف ۽ هي علي قلي بيگ جو ٻاڙون پيو هڻين ته،
'مون هڻيءَ ئي ڪيو ۽ هونئن ئي ڪيو' سا ڪهڙي
وڏي ڳالهه آهي؟ بابو سائين ئي جهنگ جي چيتن
۽ شينهن کي هٿيارن پهوارن بنان چيري ڦاڙي رکندو
هو، ۽ مست هاٿين کي ته ڪن کائوني سڌو ڪندو هو."

جهانگير: ”علي قلي بيگ جي سورهيائيءَ ۾ ته گهٽ ڪانهي. مولکي پڪ آهي ته هو ته هٿيارن ڀنوارن بنان چيتن ۽ شينهن کي هٿي ليٽائي وٺندو.“

نذير احمد منهن گهنجائي چيو ته ”قبلا! بي ادبي معاف ڪجو، مگر آءٌ ته منجهس اهڙي ڏم ڏٺي نٿو ڏسان. پلٽي پلائي به ته سنڀوان ته ڪڏهن ڪو هن اهڙو سورماڻو ڪم ڪيو.“

علي قلي بيگ خار کائي، شوخيءَ سان چيو ته ”نذير احمد! زبان بند ڪر. جي اٺئي ڪا مڙسي، ته لهي آءُ ميدان ۾. پوءِ پاڻهي پيو معلوم ٿيندو.“

نذير احمد: ”موليٰ مهت لڏ، ته ڇا ٿي پيو؟ الهيءَ مان ڪهڙو مان موليو وٺندو؟ اچ ته پڪي ڪنهن چيتي سان زور آزمائي ڪريون. سامهون ميدان ۾ هڪ چيتو ٻڌل آهي. وڃي اُن سان لڙ. يا ته هار قبول ڪري، منهنجي لالک هينان لنگهه، ته آءٌ ٿو وڃي چيتي کي پورو ڪري اچان.“

علي قلي بيگ: ”هش! هش! تو پارو ٿو چيتي سان وڙهي! لنهنجو اهڙو مهانڊو ڪينهي. ڪتي آهي اهو چيتو، ته آءُ اتي. الي حضور اعليٰ کي ثابت ڪري ڏيکاريان، ته اهو منهنجي اڳيان گدڙ مثل آهي.“

نذير احمد: ”سامهون ميدان جي ڇيڙي تي هڪ
شڪاريءَ وٽ هڪ چيتو آهي. ٻر عجب نه، راس
ٻن چئن چورن کي اڪيلي ڪيڏ ڪري لنهجو مٿو
ايترو ته قوي ويو آهي، جو ٻاڻڪي ’چيتي مار‘ جو
لقب ڏيڻ ٿو چاهين.“

علي قلي بيگ ڪاوڙجي چيو ته ”چا، مون کي
ٻاڪي سمجهيو اٿيئي؟ وٺي آءِ چيتي کي، ته تماشو
ڏيکاريانءِ. جي چيتو اٿو آڻين، ته هاڻ تو سان
وڙهڻو پوندم.“

نذير احمد هڪ نوڪر کي اشارو ڪيو ته وڃي
چيتو وٺي آءِ. ڪن ساعتن ۾ نوڪر هڪ ٻڪ جو
ماريل چيتو لوڙهي آڻي ميدان اندر آڻي حاضر
ڪيو. علي قلي بيگ ٻنهي اصل ڪين. جهانگير ۽
درٻارين کي سلام ڪري، لهي پيو ٻئي ۾. چيتو،
جو ٻڪ ۾ ڦٿي آجهڙيو، تنهن علي قلي بيگ کي
ڏسڻ شرط مٿس ڪاه ڪئي. ٻر هي ورنام، گوهي
ڏيئي، تنهن سان هٿين ٻري ٿيو. جيستائين ورڻي چيتو
موت ڪاٽي اچي، تنهن کان اڳ علي قلي بيگ جي
تکي تلوار وهي، گردن تي ڪڙڪيس ۽ زخمي
زمين تي ڪري پيو. هاڻ ته شڪاري ابتداءِ وڃان،

وڌيڪ وحشي ٿي پيو، ۽ وڻي ڪڇڻ لڳو. پر جيسين وري اٿيئي اٿي، تيسين علي قلي بيگ ترار ڦيرائي اهڙو چٽاڀل ڌڪ ٺوڪيس، جو سندس سسي ڌڙ کان ڌار ٿي پري وڃي پيئي.

تماشبينن ۾ ’واه! واه!‘ پئجي ويئي. علي قلي بيگ چيتي جي سسي ڪٽي، اچي بادشاه جي اڳيان نذر رکي. جهانگير جيتوڻيڪ نهايت نااميد ٿيو، جو سندس بدنيت پوري نه ٿي، تہ بہ علي قلي بيگ جي پهلوانيءَ مٿس از خود اثر ڪيو. مٿانئس سون سڪن جون مٺون پوري گهورڻ لڳو ۽ زري دار خلعت پهرائي، مٿس ’شيرافگن‘ جو لقب ڏنائين.



## (١٥)

هڪ ڏينهن جهانگير پنهنجي محلات ۾ سنهري
سنگهاسن تي ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. منهن ۾ ملول هو.
ڪنهن ڳوڙهيءَ ڳڻتيءَ ۾ وڪوڙيل ٿي ڏٺو. اوچتو ئي
هڪ جنگي جوان اندر گهڙي آيو. جهانگير لـ
پنهنجن خيالن ۾ اهڙو محو هو، جو ڪيس ڪابه سماءُ
نه پيو. ڪجهه وقت اهو شخص هڪ هنڌ ٿنڀ تي
بيٺو رهيو ته من جهانگير جي از خود مٿس نظر پوي.
پر جڏهن ڏٺائين ته اهڙي اميد ڪرڻ اجائي آهي،
تڏهن واڪو ڪري چيائين ته ”ادا سائين! اوهان ڪهڙي
ويٺا آهيو؟ ڪهڙيءَ جهوريءَ جهريو اٿيئي؟ منهن
ڏس، ته ڪيئن نه اُٻاٽجي ويو اٿيئي! ڪهڙي سبب
کان پنهنجو چمڪندڙ چهرو اڄ ڪاري ڪڪر جهڙو
ٿيو پيو ڀانئجي؟ آخر ڇا ۾ مونجهيو آهين؟ هيڏيءَ ساريءَ
سلطنت جو سردار تنهنکي ڇا نٿو ميسر ٿي سگهي؟“

هنن حرفن جو پڙلاءُ پئي، جهانگير اولهيءَ ٽٻيءَ
مان اٿي سجاڳ ٿيو ۽ وائڙو ٿي پڇيائين ته ”اڙي!
تون قطب الدين آهين ڇا؟ تون وري هت ڪٿان

آئين؟ بنگالي کان ڪڏهن موٽيئين؟ آءٌ ته انهنجي راه نت نهاري رهيو آهيان. هن ويل توکي هت ڏسي مونکي جا خوشي ٿي آهي، سا بيان ڪري نٿو سگهان. يار! مونکي هن وقت تو جهڙي دل گهرني دوست جي گهڻي درڪار آهي."

انئين چئي، تخت تان هيٺ لهي قطب الدين کي ڀاڪر ۾ اچي مليو، ۽ سندس بلڪل گهڻي مرحبا ڪيائين.

قطب الدين ورندي ڏني ته "آءٌ به اڄ آيو آهيان. پر بدام ته سهين ته ڇو اهڙو وياڪل ۽ ويگاڻو پيو ڏسجين؟ خوش مزاج شهزادي سليم مان بدلجي، ڳڻتين ڀريو شهنشاه جهانگير ٿي پيو آهين! شايد سلطاني ڪلاه ۽ سر جو سور هڪ ٻئي جا ساٿي آهن؟"

جهانگير وڏو ساه کڻي، جواب ڏنو ته "ڪهڙيون تو ڳالهيون پڇين؟ بادشاهي هلائڻ ڪا سنهنجي ڳالهه نه آهي ۽ هت وٺي آهي ٻاهڪ کي جنجال ۾ اڙائڻ. مشڪلاتن ۽ جوابداريتن ته منهنجو من ٿي منجهائي، لولا لولا ڪري ڇڏيو آهي. سانده ٻه سال دل و جان سان ڪوشش ڪري، رعيت سان عدل ۽ انصاف جي روش وٺندو آيو آهيان. ڏينهون ڏينهن داد خواهن

جو تعداد وڌي ٿو وڃي. جنهنڪري ڪابه فراغت ڪانه ٿي ملي. هاڻ ته اچي بنه ڪک ٿيو آهيان. آرزو اٿم ته اهڙو من گهريو معشوق ملي جنهنجي صحبت ۽ محبت ۾ سڀ غم الم غرق ٿي وڃن. پر افسوس! جو اها مراد حاصل ٿي نٿي ٿئي. بادشاهه هٺ ڪري، پنهنجي مقصد ٿي وسڻ لاءِ زور ظلم به نٿو هلائي سگهان. سچ پڇين ته غريب غربا به اج مونکان وڌيڪ سکي ۽ آجا آهن. جا به ڳالهه چت چاهين، سا بنان ڪنهن روڪ ٽوڪ جي بلاشڪ ڪري سگهن ٿا."

قطب الدين: "مار! مون ڀانيو هو ته سائينجن کا جنگ هارائي وينا آهن، يا ته ڪي سائين جن جي خلاف وڏا منصوبا مٿي ويا آهن. پر هاڻ ٿو ڏسان ته اوهانجي درد جي دوا ڪنهن مهلقا جو منهن آهي. مبارڪ هجي سائينجن کي، جو عشق جي بازار اجان اهڙي تيز رکندا پيا اچو."

جهانگير: "مروٽان مڙس، ملوڪان شڪار! توکي لڳي آهي مسخري؛ پر مونلاءِ ته جنسي موت آهي. آءٌ ته پيو پڇان ۽ پڇڙان، ليڇان ۽ لوڇان ته ڪيڏانهن منهنجو پرين اچي منهنجي دل اندر ديرو ڪري."

قطب الدين: ”ٻه هٿ ڪاٺ ۽ ڪپڙ جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ هند جو شهنشاهه ڇا ٿو ڪري سگهي؟ دنيا ته دنيا جي ماڳ ٻر جي چاهي ته بهشت جي حورن سان محبت ولڙايان، ته ٻه ڪا ڏکي ڳالهه ناهي.“

جهانگير: ”اهڙيءَ ڪوڙيءَ خوشامد کان بس ڀلي آهي. خود منهنجا زر خريد ٻه ٻوريءَ طرح منهنجو حڪم نٿا مڃين، سو تون ٿو فرشتن ۽ حورن تي مونکي حاڪم بنائين! اها بهشت جي بادشاهت شال توکي ليبه هجي! اسانکي جي من گهريو مننار مليو، ته سيڪي ٿيو.“

قطب الدين: ”سائين منهنجا! آخر سليو ته سهين ته ڪهڙيءَ مهلقا اوهانجو من موهيو آهي، ته آءٌ پنهنجي جادوءَ جي زور سان سندس روح ڪنهن دليءَ ۾ بند ڪري، اچي اوهان وٽ حاضر ڪريان.“

جهانگير: ”گهڙي ساعت ٺهر ڪر. آءٌ سربستي ڳالهه ڪري تو ٻڌايانءِ. ۽ جي مون ۾ ڪو قصور يا خامي ڏسڻ ۾ اچيئي، ته ڀلائي ڪري وڏا وعظ نه ڪج. منهنجي دل اڳيئي عشق جي آري ۾ گرفتار آهي، سو عقل جي اشارن کان اصل ٻري آهي. تون ٻاڻ مونکي آڄام ڏي ته منهنجي هر طرح مدد

ڪندين، پوءِ ڪٿي منهنجي ڳالهه سهائيندي هجي يا
اڻ سهائيندي، صحيح هجي يا غلط. آءٌ بندهِ بي وس
آهيان. هنئين اچي هوندي پڌي آهي. ان ۾ راس
ڏينهن پوءِ جي آنوس آهي. اهڙي سهڻي سچڻ سان
هڪواريءَ پالڻ آڙانئي، پوءِ پاڻ ڪيئي وڃڻ مشڪل
آهي. هن ڪان سواءِ هاڻ وڌيڪ رهي نٿو سگهان.
مونکي سندس روح دبليءَ ۾ بند ٿيل نه ڪجي. شال
جيئري جاڳندي، جهڙي آهي تهڙي، جلد ملءِ پويم!"

قطب الدين: "اون منهنجو سائين ۽ سلطان آهين.
جئن امر ڪندين، ائين ڪندس. فقط حڪم
جي دير آهي."

جهانگير: "آفرين! نالي سو مائي جو پاءُ آهين،
پر سڀڻ پائون ڪان بہ وڌيڪ سچڻ آهين. هاڻي پڙ
نہ پڌاياڻءِ. شايد اڳيئي خبر هوندي ته، نہ آءٌ مهرالنسا
لي موهمت هوس. هوءَ بہ مونتي اڪن چڪن هئي.
منهنجي پيءُ پڻس سنديس مرضيءَ جي ابتڙ ڪيس
علي قلي بيگ سان پرڻائي ڇڏيو. خبر ملي اٿم ته مهنن
جا مهنا ملس سان ڪوبہ واهپو نہ رکيائين. مون ايڪي
نہ مولسان بيوفا ٿي، پنهنجيءَ رضا خوشيءَ سان و ڇي
علي قلي بيگ سان شادي ڪئي اٿس. حقيقت ۾ ته

ڏوهه مڙيوئي منهنجو هو، جو کيس خواب خيال ڪري
وساري ويٺس. هاڻي جو ساري حقيقت معلوم ٿي اٿم،
مون سندس عشق وري نئين سر اندر ۾ اُلا اُٿاريا
آهن. جيسين کيس پنهنجي راڻي نه ڪندس، تيسين
روح کي راحت نه ايندي. علي قلي بيگ کي گهڻيون ئي
آزيون نيازيون ڪيون اٿم، نه ڏال کي ڪٿي جواب ڏئي
ٿو ۽ هو مدڪو اصل نٿو مڃي. هوڏانهن آءٌ مهرالنسا جي
فراق ۾ جلي نه دوزخ جا عذاب پيو سهان."

قطب الدين: "مار! هيءَ نه ڏاڍي وڏي ڳالهه
ٿي! علي قلي بيگ جهڙو وڏانئو ۽ لائق پويو مڙس نه
ڪو ڳوليو لڀي. ان کان سواءِ منهنجو ساڻس دوستيءَ جو
ناتو به لڳي، سو دل نٿي چوم ته کيس ڪنهن به
قسم جو نقصان رسايان. ٻيو هو ٻور جي ڪنڌ ئي ڪالي
اهي پيٺي آهي، نه لاچار. دوستيءَ جي ننگ ڪان
وڏي به پاڻيءَ جو حق وڏيڪ آهي."

جهانگير: "بيشڪ! مولکي به تو ۾ اهڙيا ئي اميد
هئي. جي پاءِ پاءَ جو اوکيءَ ۾ وڃ همراه نه ٿيندو، نه
پوءِ وري ڪم ٿيندو؟"

قطب الدين: "ڏاڍو افسوس اٿم جو وچم علي قلي بيگ
ٿي پيو آهي. ساڻس جن کي جي منهنجيءَ جان جي

پر دوست هجي ته اهڙا ڌار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. باقي
علي قلي بيگ جهڙي وفادار دوست جو خون وهائڻ مون
کي ڏاڍو ڏکيو ٿو لڳي. پر لاچار کي ڪهڙو آچار؟"

جهانگير: "ڀلا، چوڻ ڪيس ٿيهي ٿيهي باز آڻين؟"

قطب الدين: "اهڙي اميد نه اجائي آهي.
علي قلي بيگ جهڙو عزت آبروءِ وارو ماڻهو اهڙي
ڳالهه ڪٿان سهيندو؟"

جهانگير: "ٺهيو، حال ته اها ڳالهه وساري ڇڏ.
چئه هاڻ ڪي شغل ڪريون."

قطب الدين: "توکي وري خوشمزاج ڏسي، آءٌ
ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. اڄ ته ڪو وقت ته گڏجي
ڳائون ويهون ۽ مزا ماڻيون."

پوءِ جهانگير جي حڪم تي، ڪانو ۽ ڳانو موجود
ڪيو ويو ۽ گهڻي ڪانئين عيش عشرت ڪري، هڪ ٻئي
کان جدا ٿيا.

قطب الدين جهانگير جو هو سو ماڻي جو پٽ،
مگر سائنس نهايت گهاٽو مائل هو. ننڍي هوندي کان
وٺي پاڻ ۾ گڏ گذاريو هوائون، ۽ هڪ ٻئي سان والدين
رواديون ڪيون هوائون. ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي جهانگير
هنجي دل تي اثر وڌا هوا ته پنهنجي بادشاه جي

وفاداريءَ سان خدمت ڪرڻ لي سڀڪو ڌرم آهي. تنهن ڪري هو جهانگير مٿان سر صدقي ڪرڻلاءِ هردم تيار هو.

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير سهي سنڀري، علي قلي بيگ جي گهر ڏي روانو ٿيو. علي قلي بيگ کيس ڏسي، اٿي کڙو ٿيو، ۽ جهٽ وڏيءَ آڪهر سان ٻانهون ٻگهيڙي، کيس ڀاڪر لي پاتائين، لٿن قطب الدين هٽي پري ٿيو.

علي قلي بيگ کي ڏاڍو تعجب لڳو، سو پڪاري چيائين ته "آخر ته اسانجي دوستي اڃان قائم آهي."

قطب الدين: "منهنجي دل چاهي ٿي ته هميشه لاءِ جيڪر توسان دوستيءَ جو ناتو نباهيان. پر، افسوس! اهڙو اتفاق اچي بڻيو آهي، جو اسان جي دوستي هاڻ شايد وڌيڪ جٽاءُ نه ڪندي."

علي قلي بيگ: "آءٌ ته انهجون پروليون اڻو سمجهان. مهرباني ڪري کليو کلايو ٻڌاءِ ته تنهن جو مطلب ڇا آهي؟"

قطب الدين: "منهنجي ڳالهه ڌيان سان ٻڌ. تنهنجي حياتي وڏي جوکي ۾ آهي. جي سر جو خير گهرين، ته هٺ هوڏ ڇڏي ٿڙي ڪر."

علي قلي بيگ: "هيڏن منهن جي گهر اچي،

مون کي ته بچائڻ ٺيڪ مناسب نه آهي. اهو خطرو، جنهن جي ڳالهه تو ڪئي، سو ڪهڙو آهي؟“

قطب الدين: ”شهنشاه جو غصو ۽ منهنجي تلوار.“

علي قلي بيگ: ”ها! ها! تڏهن شهنشاه توکي به پنهنجو چاڙتو بڻايو آهي. بس، بس، سمجهيم. يعني ته، جي پنهن جي زال ڪيدي بادشاه کي آڇيان، ته پوءِ البت اون مون کي شام ڏيندين؟ ائين نه؟ جي اها مراد ائينئي، ته ڀلائي ڪري پنهن جا چپ لنبي ڇڏ.“

قطب الدين: ”يار! ڪجهه سمجهه ذار. بيشڪ زال ٿان هٿ کڻڻ ڏاڍو مشڪل آهي. آءٌ به توسان دلي همدردي ٿو ڪريان. هو حالتون به عجيب بنجي بيٺيون آهن. جهانگير نه مستانو ٿي پيو آهي، سو سنديس مرضيءَ پٺاندر هلڻ بنان لو لاءِ ٻيو چارو ڪونهي.“

علي قلي بيگ: ”بس، بڌم. اجائي بڪواد بند ڪر. اها حياتي ئي گهوري جنهن ۾ عزت آبروءَ کي وٺو لڳي.“

قطب الدين: ”جيڪي چوان ٿو سو سڀ سچ آهي ۽ هو شاهي فرمان جي بجا آوريءَ ۾ آءٌ به گسڻ وارو نه آهيان. وري به چتاءُ ٿو ڪريانءِ ته پنهنجي

حاڪم جي آڏو نہ آءِ. اها ونگي وات ڇڏي، ساڃهہ سِڪ.“

علي قلي بيگ: ”ڪنهن ڏينهن تہ مڙهوئي مرڻو آهي؛ پوءِ اڄ نہ تہ سڀاڻي. ٿوري عرصي بعد بيعزتي ٿي مرجي، تنهن کان ڇو نہ هميشہ لاءِ عزت آبروءَ سان سر ڏجي؟ مهرباني ڪري بادشاهہ کي وڃي ٻڌاءِ تہ هاڻ آءٌ سندس زياده نوڪري ڪرڻ ۾ عار ٿو سمجهان. مرضي اٿس تہ باقي حياتيءَ جا ڏينهن وڃي پنهنجيءَ ننڍڙيءَ جاگير ۾ گوشہ نشينيءَ ۾ گذاريان.“

قطب الدين: ”اها اجائي زبان درازي آهي. هيئنر مجال نہ اٿيئي جو ڪيڏانهن ڇڙي سگهين. آءٌ توکي اڃان ٻہ ٽي ڏينهن جي مهلت ٿو ڏيان. انهيءَ عرصي ۾ دل ۾ پچي، آخرين فيصلو ڪري ڇڏج. ٽئين ڏينهن توکان جواب وٺڻ ايندس.“

علي قلي بيگ: ”ٽئين ڏينهن ڇو، پل ڪري ٽئين ورهيہ اچ. مون وٽان جواب ساڳيو اڄوڪي جهڙو ملندءِ.“

## (١٦)

ٿي ڏينهن لنگهي ويا، مگر علي قلي بيگ کوبہ
جواب نہ مڪو. قطب الدين کي اهڙي سورهيہ
سمجهڻ سان ناحق ڏوهہ ڪرڻ جو وڏو خيال ٿي لڳي
آئڙيو ۽ هو جهانگير سان وعدو ڪري ويٺو هو، سو
مجبور هو. چوٿين ڏينهن آسر جو هڪ فوج ساڻ
ڪري، علي قلي بيگ جي گهر ڏي راهي ٿيو.

علي قلي بيگ گهر جي چائنٺ وٽ سنديس
خاطر خواه مرحبا ڪئي، پر قطب الدين جي منهن
۾ گهنڊ پيل هو، سو ڪهڙي آواز سان هڪل ڪري
چيائينس تہ ”ڇا ٿو چوين؟ جي اڃان بہ همت ٿئي
همٿ نہ لهندين، تہ جيڪي ڪوٺو هوندم، سو بنان
لڄ لحاظ جي ڪري ڇڪندس ۽ تنهنجي گهرواريءَ
کي هتان ڪڍائي ويندس.“

اهي اکر ٻڌي، علي قلي بيگ کي تنهن کان ڇوٽيءَ
ٽائين باه وٺي ويئي. واڪو ڪري چيائين تہ ”نادان!
زبان بند رک، مفت لڙ لڙ نہ ڪر ۽ نہ تہ خدا جو
قسم تہ اهڙيءَ ڪني زبان کي تنهنجي ڪمهٽي واٽ

مان ڪهي، ڪٿي ڪائون کي اُچلائي ڏيندس."

قطب الدين: "راڻي جهان گار ڪند نه ڪئي، مگر مٿس ٿي اڙائيءَ لاءِ تيار ٿيءُ."

ائين چئي، قطب الدين تلوار ڦيرائي، علي قلي بيگ تي حملو ڪيائين. هو هڪ پهلوان، پلئو ماري، ڏڪ گسائي ڇڏيو، ۽ اوچتو ئي اوچتو پلنگ جيان اُچانڪ ماري، پنهنجي اکي تلوار قطب الدين جي سيني ۾ لنگهائي وڌائين. قطب الدين هنيءَ پو پٽ تي ڪري پيو. سپاهي، هيءُ حال ڏسي، علي قلي بيگ تي بندوقون ڇوڙڻ لڳا. هو هن جي تلوار باهه جي اُلي وانگيان چمڪاٽ ڪري، پر ۾ بيهلن ٻن چئن سپاهين جون سسيون ڌڙن کان ڌار ڪري وڌيون. اهڙيءَ شجاعت ۽ مردانگيءَ سپاهين جون وايون بتال ڪري ڇڏيون، سو هٿي ٻوڪتي ٿيا. پوءِ نه مٿس اوبن جا وسڪارا لائي ڏنائون. پر هن بهادر ايرانيءَ اڃا نه همت نه هاري. تلوار ڦيرائي، هاڪارو هڻي، پئي چوائين نه "هڪ هڪ ٿي، اچي منهنجي سامهون ٿيو." پر جواب ملڻ بدران، مٿس تير اوڙ ڪري پئي اڏائڻ. قضا سان هڪ زهردار تير سندس دل ۾ گهڙي ويو، ۽ پنهنجي موٽڻ دوست جي پر

۾ ڪري پيو.

قطب الدين مٿس هٿ رکي، سس پس ڪئي ته ”ادا! مون ته فقط فرض ادائي ٿي ڪئي. مون کي معاف ڪج.“

علي قلي بيگ جواب ڏنو ته ”فڪر نه ڪر. وري به اسين دوستن وانگي ٿا دم ڏيون.“

جنهن قطب الدين کيس پاڪر ٿي پاتو، تنهن هڪدم گهڙڪو ڪاڍائين ۽ پٽڪو ڪري چيائين ته ”ادا حافظ پورين رب کي.“ هڪ پل اندر ٻنهي جا روح جسماني پڃري مان پرواز ڪري ويا.

هڪ سوار هيءَ خبر کڻي بادشاه ڏي ڊوڙيو. محلات جي ٻاهري وٽ نذير احمد مليس، جو علي قلي بيگ جي خون جي خوشخبري ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو؟ سڌ پائي وڃي جهانگير کي چيائين ته ”قبلا! واڌايون هجن! علي قلي بيگ ختم ٿي ويو. ميرزا قطب الدين به اوهانجي صدقي شهيد ٿي ويو.“

جهانگير: ”هاءِ افسوس! منهنجو پيارو پاءُ منهنجي وکي فوت ٿي ويو! شال ڌڻي مٿس ٻاجهه ڪري! توکي الهيءَ ڳالهه جي پڪي خبر آهي؟“

نذير احمد. ”سندس ٿي فوج مان هڪ سوار هيءَ

خبر ڪڍي آيو آهي. علي قلي بيگ سان سٽون ڏيندي سر ڏنائين. هو شمر ۾ شهيد ٿي ويو. ٻڌو اٿم تہ بيبي مهرالنسا مڙس جي موت جي سڌ سڻي، ساڻي ٿي پيئي آهي.“

جهانگير جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي. غم ۽ خوشيءَ جي لهرن ۾ پئي لڏي. قطب الدين جي الضيئي جان کي پئي ڇڪايس؛ هوڏانهن وري مهرالنسا جي ميڙائي جي اميد روح کي راحت پئي بخشيس. هو هو چپن ۾ پئي پڙهائين تہ ” قطب الدين قتل! ۽ مهرالنسا آزاد!“

گهج مهل تہ ڳوڙهيءَ ٽيءَ ۾ هو. نيٺ نذير احمد کي فرمايائين تہ “ وڃي شهر ۾ پڙهو گهمارا تہ ’اسانکي پنهنجي ٻنهي وفادار دوستن جي وفات جي خبر پڌي نهايت افسوس ٿيو آهي، سو اسين حڪم ٿا ڏيون تہ ساري دربار ماتم ۾ رهي. فوتين جا لاش شان مان سان دفن ڪيا وڃن ۽ سندن ٻارن ٻچن جي رهڻ جو بندوبست شاهي محلات ۾ ڪيو وڃي.‘ قطب الدين جو ڪٽنب تہ اڳيئي محلات اندر آهي، باقي علي قلي بيگ جي گهر واريءَ کي آڻيو آهي.“

نذير احمد نئڙي سلام ڪري، شاهي حڪم جي

ٻيا وريءَ لاءِ پاڻ لڪيو. ٻڙهو ڏياري ڀيءَ مهرالنسا
لاءِ پالڪي رواني ڪيائين. وچينءَ ويل پنهي سردارن
جا لاشا قيمتي شالن ۾ ويڙهي تابوتن ۾ وڌا ويا. جنازي
سان ميت مائٽ ۽ يار دوستار مقام ڏي روئندا رڙندا
پٺي ويا. ازانسواءِ ڪيترائي ماڻهو ٻار ڪڇندا، سيندو
ڪٽيندا، اوڇنگارون ڏيو اوساريندا پٺي ويا. مقام ۾
پهچڻ بعد، لاشن کي قبرن ۾ داخل ڪيو ويو ۽ مٿن
چار تڪبيرون پڙهي، ڪين ختما بخشيا ويا. سج ٻـ
هاڻ موڪلائڻ تي هو. سندس ڳوڙهن لڙڪن هنن
ڪوڏرن جي تازين قبرن کي هڪ عجب قسم جي
نزاڪت ڏني. سيني جون دليون غمگين هيون ۽
پر سندن ضمير ڪين تسلي ڏني ٿي ته جو خدا
مري ماڻهو تي ويل پاڇين پٽيون ۽ گلن ڦلن کي هر
سال بهار جي موسم ۾ اڀين حياتي بخشي سگهي ٿو،
سو جدا ٿيل انساني جزن کي به وري جوڙي راس
ڪري سگهي ٿو.

جهانگير محلات جي بالاخاني تي پسار پٺي ڪيو.
سندس روح مهرالنسا جي وصال لاءِ آتو هو. ڏيئي
بوٽي مهل هڪ پالڪي اندر گهڙندي ڏٺائين، جنهن سان
شاهي پهرو به همراه هو. هاڻ سندس دل خوشيءَ

وڃون ٿيڻ لڳي. پالڪي سڌو سندس خاص ڪمري ۾ آندي ويئي. جڏهن ويجهو وڌي پالڪيءَ جو پ ڪ مٿي تي ڪياءِ، تڏهن سندس دل اندر اهڙي دڪ دڪ مچي ويئي جو ذري گهٽ گهوماٽجي ڪري پوڻ لي هو.

مهرالنسا جي منهن تي برقعو پيل هو ۽ پيرن کان وٺي چوٽيءَ تائين ڪارا ڪپڙا پهريل هئس. پالڪيءَ جي پردي کڻڻ شرط ٻاهر نڪري آئي ۽ برقعو پري ڪري، منهن ۾ شور پاتي، جهانگير ڏي نهايت نفرت سان نهارڻ لڳي.

جهانگير سنديس دهشت جهلي نہ سگهيو. سارو بت ڏڪڻ لڳس. تنهن کي ٽيڪ ڏيئي مورچا تي بهي رهيو. مهرالنسا بہ سندس سامهون بيٺي رهي. جيتوڻيڪ غصي ۾ منهن ڳاڙهي ٿي ويو هوس، تہ بہ کهڙي نہ سهڻي ۽ شاندار ڏسڻ ۾ ٿي آئي. ہ سال اڳ جڏهن جهانگير کيس پهرياتين ڏٺو هو، تڏهن کان هينئر سنديس رونق البت علحدي هئي. منهن مان مٽيا پيئي بکيس. مکڙيءَ مان ڦري قليل ڦولهاريل گل تي پيئي هئي. هولڻ جو پورڙي ۽ چلولي پيئي لڳندي هئي، سو هاڻ ڳوري گنڀير تي پيئي هئي. ڳالهاياتين پولهاياتين بہ ڪڙڪي سان ٿي. جهانگير ڏي جو سنڌون

ٻڌي ٺهرايائين، سو هن کي نه منڊي وڌائين. هو نه منجهس اکيون کوڙي، پٺ ڏي ڀڄي رهيو.

آخر مهرالنسا چپ ڇوريا. نهايت لاغرضائيءَ سان چيائين ته ”مهرباني ڪري ٻڌائيندؤ ته اوهانجي من جي مراد ڪهڙي آهي؟“

جهانگير ڪڪو وکو ٿي ويو. ٿورڙو اڳيرو ٿي، جواب ڏنائين ته ”مراد وري ڪهڙي اٿم؟ سالن جا سال پٺي تنهنجون واٽون واجهايون اٿم، سو اڄ توکي هٿ ڏسي، منهنجو من ٿو اڇلون کائي.“ مهرالنسا منهن ۾ سوڙهه پائي وراڻي ڏني ته ”ڇا؟ خبر نه اٿو ته منهنجي پيتار اڃا ناز و رضا ڪئي آهي؟ مونکي ڇڏيو ته آءُ موٽي وڃي پنهنجي گهر ۾ رهان.“

جهانگير جوش ۾ اچي چيو ته ”پيتار وري ڇا جو؟ اهڙي ڳالهڻي نه ڪيو. ان جي ياد ڪيري ٻه مون لاءِ لسورو ستم آهي.“

مهرالنسا ڪاوڙجي پڇيو ته ”ڇو؟ پنهنجي مڙس جي ڳالهه ٻه نه ڪريان؟ هو مونکي هردم پيارو هو ۽ منهنجي زندگيءَ جو نور هو. جيسين جيئري هونديس، تيسين سندس سڳورو نالو دل ۾ پيهي سانڍيندي پس. اسين زالون اوهان مردن وانگر بيوفا نه آهيون.“

جهانگير وينتي ڪري چيو ته ”مهرباني ڪري، منهنجو عرض ڪن لائي ٻڌ. پنهنجي پيار جو پچ وجهي، منهنجو هينئڙو هٿ ڪري ڇڏيو اٿيئي. تنهن جي لاءِ جي سور سٺا اٿم، تنجو ڪهڙو بيان ڪريان؟ تنهنجو منهن ناڻو هردم پيئي آلاپيو اٿم. جڏهن ماڻهن اچي ٻڌايم ته تو علي قلي بيگ سان پنهنجي رضا خوشيءَ نڪاح ڪري ڇڏيو، تڏهن منهنجي من ۾ البت بدگماني پيدا ٿي؛ پر هڪ ٻه ڪم ته تنهنجو ناڻو دل جي ڦرهيءَ تان هميشه لاءِ ميٽي ڇڏيان. پر ائين ڪرڻ به ڏاڍو مشڪل هو. وري جو تازو ٻڌم ته تو تي زوريءَ نڪاح وڌو ويو هو، سو ته منهنجو من هيڪاري تو لاءِ مستانو ٿي پيو. هاڻ ته وري آزاد آهين.“

مهرالنسا واڪو ڪري چيو ته ”ڇا؟ آزاد! ته، ڪڏهن به نه! اڄ ڪو تو جهڙي بي ايمان ۽ بيوفا نه آهيان، جو اهڙو ستمس پنهنجي پيار کي وساري ڇڏيو ڪندس. ڪو وقت هو جو اڄ برابر تنهن جي محبت ۾ اڙيل هيس؛ ۽ تنهنجون واٽون پيئي نهاريم. ان وقت ته پل پل مون لاءِ ورهيه برابر هو؛ ۽ توکا! خواه زندگي اڌي اوائڙي هجي؛ پر تو منهنجو ڪو

قدر نه ڪيو. موٽڪي وساري ويٺين. نڪاح پڙهائڻ
ٻه ڪي ڏينهن تنهنجي پيار جي پيالي مان ڍڪڙون
ڳٽڙون ڀري ڏنم. سو منهنجي لائق پرڻي مڙس
پنهنجي نجي ۽ لاطمع پيار سان منهنجي دل وٺي
سوگهي ڪئي. آءٌ به سچيءَ ايمت سان سندس گولي
ٿي پيس ۽ اميد نه هميشه هنجي ٿي حق ۾ رهنديس.
پو ٿا موٽڪي اجايو عذاب ڏيو؟“

جهانگير ڪان ڳالهائڻ ٿي نه پيو اڪليءَ ليڪ همت
جهلي چيائين ته ”عذاب وري ڪهڙا؟“

مهرالنسا: ”اهو آهي وستو ڏکويل سان ڏک اورڻ
جوءِ جي مولسان سچو سبنڌ اٿو، نه منهنجن مصيبتن
لي ايتري خوشي ڪئن ٿي ٿئيوَ؟“

جهانگير: ”ٻاڪ امين ٿي چؤ نه خوشيءَ بيان
اي ڪا به ڳالهه مون لاءِ ممڪن آهي؟ هيڏي ساري
عرصي بعد لوکي وري مدهن مقابل ڏسي، منهنجي
رگ رگ لي رقص ڪري.“

مهرالنسا هٿي پوي ٿي ۽ ۽ موڙو ڏيئي، لهايس
ڪراهت سان چيائين ته ”آءٌ ڪا رضا خوشيءَ سان
لوهان وٽ ڪاله آئي آهيان. اها ڪين مان ڪهاه
ڪدي ڦٽي ڪجو نه آءٌ ڪا اوهان جي ٻنڌڻ ۾

ٻڌجڻ جي آهيان. جي شوم موم جو ڪو انگ اڪر
هجيو ته منهنجي جند ڇڏيو، ته وڃي پنهنجي گهر
۾ پنهنجي پياري مڙس جي ماتم داري ڪريان."

جهانگير ڏاڍي درد ڀرئي آواز سان چيو ته "خدا
جي واسطي، مونکي نه ڇڏ. منهنجي دل کسي،
دلداري نه ڪاٽ ڪرين؛ وٽتر منهنجو جسم چرلو
ڪري، ٻاٽ ڪيائو ته وجهن. او ٻئيں جاٽج ته آءٌ
تنهن، جو دامن هرگز هٿان نه ڇڏيندس. آه، اڄي
منهنجي گوڏي ڳڏ وڃي؛ مونکي پنهنجي پاڪ نظر
سان نواز، ته ورهين جا گولڊو گنوائي ڇڏيان. توئي
مونکي سڪڻ سيکاريو؛ تو ئي پيار ڏيکاري، منهنجو
هينئڙو هٿ ڪيو؛ هاڻ ڇڏهن تنهن جي نينهن
منهنجي اندر اهڙا آهيرا ڪيا آهن، جو تنهنجيءَ
صحبت بنان منهنجو جيئڻ ئي جنجال آهي، اڄ هن
ئي تون مونسان جاڙون ڪرين؟ ڪاڏي ويا تنهنجا عهد
انجام؟ ڪاڏي ويا تنهنجا قول قرار؟ آءٌ ته اڃان به
تنهنجو نسورو نوڪر آهيان. متان مونتان مهر جي
نظر لاٿي اٿيئي!"

هي حرف ٻڌي، مهرالنسا جي من ۾ ذانهس
ڇڪي ڪاڏي؛ سندس نينهن جي اجهايل آگ

وري ٻڙڪو ڪانڌ تي هڻي، ٻه ٻانهن جهلي وراڻيائين ۽
ڏاڍي گهري آواز ۾ چيائين ته ”ڇا ٻه ٽي ٻوڪ ۽
آءٌ نه مڙنديس. مولڪان وڏيڪ سهڻيون ٻانهيون مُلڪ
۾ پيئون آهن، جي تنهن جي آڳر جي اشاري تي
هوندي پڻ مٿانئس گهوري ڪٽي ڦٽو ڪن. مون کي
خواب خيال ڪري ڇڏ ۽ مٺن جي قطار ۾ سمجهه.“

وري به جهانگير هٿ ٻڌي، عرض ڪيو ته
”مهرالنسا! آءٌ جو ساري هندوستان جو شاهنشاهه
آهيان، سو ٻانڪي تنهنجي گولن جو گولو ٿو سمجهان.
آءٌ اڄ مڱڻهار جيان تو کان تنهن جي حسن جي
زڪات ٿو مڱان.“

مهرالنسا بلڪل بي پرواهيءَ، پر سانت ۽ ٺهر
سان جواب ڏنو ته ”قبلا! هي سڀ اجايو آهي.
منهنجي دل ماٺ تي پيٺي آهي. مهرباني ڪري،
مون ندوريءَ جي ٻچڙ ڪٽي ڦٽي ڪراءِ.“

جهانگير چيو ته ”مهرالنسا! هو ويو اهڙي سنگدل
نه ٿيءُ. هي سڀ ڏينهن تنهنجون راهون رنڌ پيٺي
ٻچايا اٿم ۽ تنهنجيءَ ٿاس طلب اندر ۾ آڪهون لائي
ڏنيون هيم. هاڻ جڏهن قضا تنهنجيءَ آزادگيءَ جو
لڪين سو قلم وهايو آهي، انڌهن تي مونسان ٻجاري

ڪيان! هاءِ! افسوس! توکي ولىءَ جهڙو به وهم نه آهي. مولا! اميد جو هڪ اکر به نه اٿيئي؟“

مهرالنساءَ ملول ٿي چيو ته ”منهنجو من مٺو ماس ٿيو پيو آهي، ۽ مرڻ سان قبر داخل آهي. هن ويل اهڙيون ڳالهيون منهنجن آلن ڦٽن تي لوڻ ٿيون وجهن. مهرباني ڪري، مون ڏکيءَ کي ڇڏي ڏيو ته وڃي پنهنجي گهر گهاريان.“

جهانگير کي الفت جوش جو جذبو اچي ويو، سو چيائين ته ”سچ پچ ائين آهي ڇا؟ افسوس! جو مون توکي هيترو ڏکايو آهي. اميد نه آهي توکي وري ڪڏهن نه ستائيندس.“

ائين چئي، ڪمري مان نڪري، ٻاهر هليو ويو ۽ نذير احمد کي سڏي چيائين ته ”مهرالنساءَ بيگم کي وٺي وڃي منهنجي ماءُ واري محلات ۾ رهاءِ، ۽ سندس ٽالو خاص خدمتگارن جي ياداشت ۾ داخل ڪراءِ ۽ کيس سٺ رپيه در مهينو پگهار مقرر ڪرائي ڏي.“

نذير احمد اهڙو حڪم ٻڌي وسمي ۾ پئجي ويو، ۽ ڪجهه ڪڇڻ تي هو، مگر جهانگير شوخيءَ سان نهاري چيس ته ”منهنجا حڪم اٽل ٿا آهن.“



## (١٧)

موالسبا ڪوڪڻ ۽ ڪنجهڻ بنان، صبر ۽ شڪر سان، شاهي حويليءَ اندر جيڪو ڪمرو سندس حوالي ڪيو ويو هو، انهن ۾ گذارڻ لڳي. ڪيترن ڏينهن تاءِ نہ ڪنهن ٻي بشر جو منهن بہ نہ ڏٺاءِ. هڪ اونداهيءَ ڪنڊ ۾ ويٺي هوندي هئي ۽ پنهنجو حال ٻاڪ سان ٿي پئي اوريندي هئي؛ مٿان اچي بسنت جي رت ٿي.

باغ ۽ ميدان ساوا ڇهڇ ٿي ويا هوا. بيابان بنجي بنہ بستان ٿي پيا هوا، ۽ جهنگ جهر جنسي گلستان ٿي ويا هوا. سمن ۽ سوسن، موتيو ۽ چنبيلي، ۽ پيا هر طرح جا گل ڦل ڦولاريا پيا هوا. ٻڻن مٿان وليون جا پالڻ وراڻهي ويا هوا؛ گسن تي گاهن گلزارين کي چڙهيون هيون. انگورن ۽ ڪيٽڪين ٻوڙ جهليو هو؛ اُم ۽ سرهي جي سرهاڻ پئي آئي؛ ڪٽڪهار ڪٽيا پيا هوا؛ ۽ ٽالڪون ٽڙڻ جو ٽاڻو هو. جتان ڪٿان ڪستوريءَ جي خوشبوءِ پئي آئي. وڻن تي ڪوئلن ڪوڪون ۽ چتن چالڪهارون پئي ڪيون؛

۽ بلبل گلاب جي مٿان ليٽهن سندو نعرو پئي
هڻيون. جمنا نديءَ جي ڪنڌي کان سنهيون سڄر
هيرون پئي لڳيون. جيڏانهن ڪٿي نهار، تيڏانهن
نئينءَ حياتيءَ جو نور نظر ٿي آيو.

مهرالنسا جو من به ڪردگار جي قدرت جا عجيب
۽ غريب نظارا ڏسي، ڦلن جيان ڦولي پيو. سندس غمائين
غائب ٿي ويو جڻ سڀ اڳيان ڪڪر. سندس خيالن
۾ به ڦيرو پئجي ويو. چٽ چالاڪ ۽ چست ٿي پيس.
دل ۾ دنيوي نعمتن جي واس وٺڻ جي اڪنڊ اڀرڻ
لڳيس. حويليءَ وارن ٻيهن سان هاڻ رهاڻيون
ڪرڻ لڳي. جيڪو مقرر ماهيانو ملندو هوس، سو
ٻانهين کي وراهي ڏيڻ لاءِ مس پورو هوس. پر اڳيان
همت ننگڻ کان به عار ٿي ٿيس، سو پنهنجي خرچ پکي لاءِ
لاچار بازن جو پورهيو ڪرڻو پيس. پوت ۽ مقيس جي
ڪم مان ڪيس مزو پئي آيو. اهو ڪٿي حويليءَ جي
ٻيهن کي چڱي چوکي ملهه پئي وڪامڻ. انهن ڪري
پئي آسودو وقت گذاريائين.

ٿوري وقت ۾ ٿي پنهنجي ڪمري کي رونق دار
بڻائي ڇڏيائين. پٽين تي گلڪاري ٿي وڻئي، ۽ چٽ
تي چٽسالي. درين ۽ دروازن تي ساوا سوسنا پردا

ٽنگجي ويا. ڀت تي اوچا ايراني غاليچا وڇارائي ڇڏيا ھئا،
۽ ھند ھند عمديون تصويرون ھڻائي ڇڏيائين. ساري
ڪمري کي اھڙو ڪري سينگاريائين، جو ڄڻ تہ پرستان آھي.
سھيليون ۽ سرتيون وٽس اچڻ وڃڻ لڳيون. ھن جي
صحبت مان کين ڏاڍو سواد ۽ مزو ٿي آيو. پر ھيءَ
ٻاھرين ٺيڪ ٺاڪ سعديس الدوليءَ ڦير ڦار نسبت کي
بہ کين ھئي. ھنجي دل ھميشہ محبت ڏي مائل ٿيل
ھئي. واجھہ ٿي وڌائين تہ من ڪو من گھريو محب
اچي روح سان وھائيون ڪري. اھا آرزو رکي
مٿس اھڙو تہ غلبو ڪندي ھئي، جو پنھنجو پاڻ ٿي
پلجي ويندو ھوس. ڪڏھن تہ وري مڙس جي يادگيري
پوندي ھيس، ۽ ڪڏھن تہ پنھنجي بيوفائيءَ تي نفرت سان
نھاري، پڇتاءَ جا ڳوڙھا ڳاڙيندي ھئي. پر ھو ھر جھانگير
۽ سدس محبت جي خيال ۾ اھڙو محو ٿي ويندي
ھئي، جو لڙ لڙ ڪاڪبارجي ويندي ھيس. جڏن وقت
ويو ٿي گذرندو، تڏن تيئن ورق ورائڻ جي سڪ وڌس ٿي
وڌندي. رمضان اچي سھڙيو. صدق وارن مومن روزا رکي
بدن ۽ روح کي خلطن ۽ خامين کان پاڪ پئي ڪيو.
مٿان اچي عيد ملھائڻ جي مھل ٿي.

عيد جي صبوح جو شاھي اوٻتڻالي مان لھارن جو

نئو ۽ نئون جو ڏڻ ڪو نئو. هر هنڌ واڄٽن وڄي
رهيون ۽ ايماندارن جون دليون خوشيءَ وچان ٽڙڻ
لڳيون. مؤذن مومنن کي فجر جي نماز جي دعوت
ڏني. سندس بلند آواز، شهر جي پنهين ڇپين مان ٻڌڻ ۾
ڪندو، اُڏي تازي هوا چهريندو پئي ويو. وڻن ۾
رنگا رنگي پکين به هن مبارڪ ڏينهن جي ملهائڻ لاءِ
مٺيون، سهڻيون، من موهيندڙ للڪارون پئي ڪيون.
آسمان تي عجيب نقاءُ لڳو پيو هو. سج هاڻ ڪني
ڪڍي، زمين کي پنهنجن سونهري ڪرڻن سان رڱي ورتو.

مسلمان مومنن لاءِ اڄوڪو ڏينهن نعمتن ڀريو پيدار
هو. سندن نيڻ پئي ٺريا ۽ سندن دليون ٺپا ٿي ڇڏيا.
هزارها آدمي نوان وڳا پهري، ڪوچن ۽ محلن مان
پئي آيا ۽ ويا. هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي انهن پئي گڏيا،
جو جڻ ته گهڻن ڏينهن جا وڇڙيل آهن. انهن عيد جي
ظاهر ٿيڻ شرط، گڏجيون ۽ ڏٺو جڻ ته هڪ ڪري آدمي
ويا هوا. غريب ۽ ڪنگال ماڻهون به ڏاڍا سوها ٿي
ڏٺا. گدا ۽ ملا شربت پئي پيئاٽون، ۽ سوادي سيئون
پئي کائون.

شاهي حويليءَ ۾ نرمل نظارو لڳو پيو هو. دالانن
۾ سوها ٻاٽي ڇاڻارجي ويا هوا. مجمرن ۾ مر ۽ لوبان

ٿي پيا. جتان ڪٿان سرهاڻ ۽ سڳند پئي آيو. هرڪا ڪنڊ ڪڙڇ صاف ۽ اوجل پئي لڳي. ٻيهين هار سينگار ڪري، نوان ويشمي وڳا پهري، بادشاه جي ماءُ سان گڏ جي عيد پئي ملهائي.

مهرالنسا بہ اُتي حاضر هئي. بدن تي هڪ ساده سودو، پر اڇو اُجرو وڳـــو پهريل هـــوس. نه زيور بنہ پيل نه هوس. سندس پاڻهين کي نهايت نفيس ڪيمخاب جون پوشاڪون پهريل هيون. جنن هوءَ ناز منجهان نکوري، ساهيڙين سان ڪلندي کيڪاريندي پئي ويئي، لئن هرڪنهن جي زبان مان ازخود سندس سونهن جي ساراه نڪر پو ٿي ويئي. سادن لٽن هوندي بہ سڀني کان سهڻي هئي. تارن جي ميڙ ۾ چنـــڊ جيان پئي چمڪي.

جهانگير اڄ ماءُ کي عيد مبارڪ ڏيڻ لاءِ حرمسراءِ ۾ لنگهي آيو. بدن تي اڇو لباس اوڍيل هوس، جو ڏاڍو پئي سونهيس. ڳچيءَ ۾ هڪ مولين جي مالها پيل هيس ۽ مٿي تي پاڳوان جڙيل چيٽ رکيل هوس. مهرالنسا جو پيا ڏهہ مهنا منهن بہ ڪون ڏنو هئائين. جنن هو اندر ٿي گهڙيو، لئن مهرالنسا جي نظر وڃي مٿس پيئي. ڪيس ڏسي، سنديس رڳ رڳ خوشيءَ

وڃون بهار تي وئي. اوچتو الهام اچي ويس ته هوئي منهنجو حبيب ۽ روح جي راحت جو رهنما آهي. پر جهانگير جي منهن چڙهڻ جي جرئت ڪانه ڪري سگهي، لنهن ڪري اتان اٿي سڌو پنهنجي ڪمري ڏي هلي وئي ۽ دروازو بيڪڙي ڇڏيائين. جهڏي ٻهل هوءِ اٿي دالان لتاڙيندي پنهنجي ڪمري ڏي پئي وئي، تيڏي مهل جهانگير جي به متس نظر چڙهي وئي. سندس جمال جو جهاجهه ڏسي، ڪاوڙ غصو وساري، وري به سندس پيار جي پڪ پٺڻ جو پياسي ٿي پيو. سندس هڪ مرڪ متان جهڪو پئي جهان گهوري ڪٽي قربان ڪري ها.

ماڻ سان خوش خيروعافيت ڪري، حال احوال وٺي، وري به هڪوار پنهنجي بخت آزمائيءَ جو پڪو پہ پچايائين. هوري هوري مهرالنسا جي ڪمري ڏانهن وڌيو. جئن دروازو ٿي کوليائين، لئن ساري بدن ۾ ڏڪ ڏڪ ٿيڻ لڳس. اندر هڪ عاليشان پلنگ تي نملي ريشم جي چادر پيل هئي. اُن تي مهرالنسا ائين پئي ڀهڪي، جئن آسمان تي چوڏهينءَ جو چنڊ. جهانگير کي ايندو ڏسي، اٿي کڙي ٿي ۽ ڏاڍيءَ خندڪيءَ سان اڳتي وڌي، ڪنڌ نمايائين. پوءِ ته جهانگير

مٿس اهي پيو ۽ پنهنجي ٻانهن سندس ڪمر ۾ وجهي، ڪيس پاڻ ڏي ڇڪي، ڇاتيءَ سان لڳائي، مڇمڇ مان مٺيون ڏنائينس.

مهرالنسا جا هنجي هنج ۾ ماٺيڻي ٿي پئي هئي، تنهن ڏانهن نهاري، پنهنجي روح سوءِ آهسته ٻڌي چيائين ته ”رب منهنجا! جيڪي هيءَ آءُ ڏسان ٿو، سو جاڳندي يا خواب ۾. ٻڌهن، مهرالنسا! سچ پچ هينئر هميشه لاءِ منهنجي آهين؟“

مهرالنسا، جنهنجي دل سان گڏ ٻئي ڌڙڪي، ۽ خوشيءَ وچان نه پئي ماپي، تنهن مٺيءَ للڪار سان چيو ته ”منهنجا شهزادا! منهنجا پيارا شهنشاهه! تون مونکان اهي سوال ڇو ٿو پڇين؟ مون ته توکي انهيءَ جو جواب گهڻا ڏينهن اڳ ڏيئي ڇڏيو آهي.“

جهانگير گد گد ٿي ويو ۽ چيائين ته ”حياتيءَ کان به مٺي مهرالنسا! تون اڄ منهن جيءَ جان کي اڳين سو جيارو آهي. خدا ٿو ڄاڻي ته تو لاءِ ڪيئن نه ورهيه واجهايو اٿم ۽ سڪ جا سور سٺا اٿم. جڏهن مونکي خبر پئي ته تو پنهنجو هٿ ٻئي کي ڏيئي ڇڏيو آهي، تڏهن جا مونکي نا اميدي ۽ درد پهتو، تنهنجو ڪير بيان ڪري سگهندو؟“

مهرالنساء: ”ٻڌهن مائٽن توسان ڳالهه ڪانه ڪئي نه مونکي آئيم ڪاوائي، نڪاح ڪرايو هوائون ۽ تنهن هوندي به مون پنهنجي قبوليت نه ڏني ۽ ٻيائڙيءَ ناءِ به تو لاءِ ٿي ڦٽڪيس؟ مون پل پل ٿي ڳڻيو، پر تنهنجو پتو ئي ڪونه پيو.“

جهانگير: ”افسوس! هنن مونسان اها ڳالهه ئي ڪانه ڪئي، نه ته جيڪر آءٌ لوها ڪوٽ ڀڃي به اچي تو وٽ حاضر ٿيان ها. پر هاڻي مونکي سڄي خبر ملي چڪي آهي. بابي مرحوم جي روزنامي ۾ هڪ ٽڪڙي داخلا ٿيل آهي، جنهن مان مونکي ساري قصي جي حقيقت ملي آهي. بس، قسمت اسانکي منجهايو.“

مهرالنساء: ”خدا جو ارادو ائين هو! ڪهڙي خبر نه آئيندي ڇا ٿيڻو آهي؟“

جهانگير: جنهن هنکي پنهنجيءَ ڇاتيءَ سان لائي، سندس زلفن سان راند ٿي ڪئي، تنهن وري ڪانئس پيار جون ڳڻون ٿي ورتائين. پوءِ اوچتو پڪاري چيائين ته ”مهرالنساء! ٻڌاءِ ته ڇو تنهنجي ٻانهن کي اهڙا سنا ويس پيل آهن ۽ توکي فقط هڪ سادو وڳو پهريل آهي؟“

مهرالنسا مرڪي ورائي ڏني ته ”جيڪي چانيون ۽ نينگرون ٻانهيون ٿي آهن، تن کي ته ضرور سٺيون پوشاڪون پهرڻ گهرجن، ڇو ته انهن ڪرڻ ۾ سندن ڏي ٻانهون راضي ٿينديون. هو منهنجون اوڪري ٻانهيون آهن، تنهن ڪري هنن کي منهنجيءَ مرضيءَ موافق ٿي هلڻو آهي. پر آءٌ جا ٻئي جي ٻانهي آهيان ۽ جو وري ساري هندستان جو شاهنشاه آهي، سو آءٌ پنهنجيءَ مرضيءَ موجب پوشاڪ ڪئن پهريندس؟“

جهانگير سندس ڳالهه ورائي ترڙ لي چمي ڏيئي چيو ته ”هندوستان جو شهنشاه تنهنجي ڳولن جو ڳولو آهي، ۽ آرزو اٿس ته ساري عمر تنهنجي حسن ۽ جمال جي ساي هيٺ رهي. وڃوڙي جا ڏينهن ڏيهن رمضان جي روزن جيان ختم ٿي ويا ۽ مرڙائي جي چنڊ اڄ ٿي منهنجي لاءِ سچي عيد آندي آهي.“

مهرالنسا، جنهنجو منهن خوشيءَ وچان ٽڙي بهار ٿي پيو هو، تنهن چيو ته ”خبر نه آهي ته ماڻهو رمضان کان ولڙ ڇو ٿا وڃن، جڏهن تون ڏينهن جي روزن رکڻ ڪري کين هميشه لاءِ بهشت نصيب ٿي سگهي ٿو، جتي طرح طرح جون نعمتون ۽ مزا موجود آهن ۽ حورن جي ته ڪمي ڪانهي.“

جهانگير ڏانهنس پيار سان نهاري چيو تہ "خدا منهنجي لاءِ تہ هن جهان ۾ ئي حور موڪلي آهي. بهشت کي آءٌ ڪاڏي ڪندس؟ تون ئي منهنجو بهشت آهين، تون ئي منهنجو ڪوثر ۽ طوبيٰ. تون ئي منهنجي رڳ رڳ ۾ رمي رهي آهين. آءٌ تہ جيڪر انهنجي هڪوار مرڪڻ لاءِ ساري عمر روزا رکڻ قبول ڪريان. پر نبين ۽ زاهدن جي سکڻن ڦوٽن تي ويسہ رکي سيان جي آسن اميدن جي لالچ تي اڄوڪي وصال جو آب حيات آءٌ جيڪر هرگز هٿان نہ ڇڏيان."

مهرالنسا چيو تہ "منهنجي اکين جا تارا! هن ويل انهن جي پيار منهن جي دل تي ڏاڍو لک ۽ ٿاءُ ڪيو آهي: جيتوڻيڪ اسانجي قسمت ۾ لکيل نہ هو تہ قوت جوانيءَ جا مزا ماڻيون، تڏهن بہ اُن جي هيڪار سان منهنجي دل هاڻ پرچي ويئي آهي؛ محبت جي گلشن ۾ اميد جا گل ڦٽا پيا آهن."

جهانگير ليلائي چيو تہ "مٺي مهرالنسا! اڄوڪي رات اڃي ئي اچي، انهن ڪان اڳ تون منهن جي زال ٿيندينءَ؟ ۽ پوءِ هڪ ٻئي ڪان هڪ پل بہ جدا نہ ٿينداسين."

مهرالنسا موج ۾ اچي ويئي ۽ جواب ڏنائين تہ

”آءٌ اوهانجي ٻڌي ٻانهي آهيان. جنهن ڳالهه ۾ اوهانکي خوشي ۽ راضپو ٿئي، سا آءٌ هردم ڪرڻ لاءِ تيار آهيان ۽ اهائي منهنجي لاءِ سهڻي صلاح آهي.“

جهانگير هڪواري وري به مهرالنسا کي ڀاڪر پائي ڪانئس موڪلائي، سڌو رخ ورتو دربار ڏي. اُتي پهچڻ شرط سڀني خاص ۽ عام ماڻهن کي مهرالنسا سان نڪاح ڪرڻ جو اطلاع ڪيائين ۽ ضروري ريتين رسمن جي بجا آوريءَ جو حڪم ڏنائين.

## (١٨)

ٻوڏاڙيءَ جي مهل هئي. اڀ ڪارن ڪڪرن سان ڇانيل ويو هو، وچون لعل لهس ڪري ٿي چمڪيون، ۽ اوهيرون اوڪ ٿي ڪئي. ٿڌي وڻندڙ هير ٿي لڳي. ڌرتي ڌوپي اوجل ٿي پيئي هئي ۽ سبزيءَ جو ساوو لباس ڪري پهريو هوائين. جهانگير ۽ مهرالنسا جي لاءِ ڏولائي جا ڏينهن لڏي ويا هوا ۽ غم جو غبار گذر ڪري ويو هو. سندن قلب ۾ قرار هو ۽ روح ۾ راحت.

نماشام اچي ٿي. بادلن جو پرڙو ٻڌ ٿي ويو ۽ ھلال آسمان تي ظاهر ٿي. مهرالنسا اندر خوشيءَ جي خيالن ۾ ٻڏي هئي، ته جهانگير هڪ قاضي ۽ ٻه شاهد وٺي اچي سندس ڪمري ۾ لنگهيو. مهرالنسا جو منهن حياءَ کان ڳاڙهو لعل ٿي ويو، لبن متان جو وري پگهر جا قطرا ٿي نڪتا، سو ائين ٿي ڀاسيو جو جڻ ته ڪو گلاب جو گل آهي، جنهن متان ماڪ جا موتي ٽڙيل آهن. شادي بلڪل ساديءَ سوديءَ طرح سان ڪئي وئي. قاضيءَ

قرآن شريف مان ٻه ٽي آيتون پڙهي، ڪاضي پڇيو ته "توهين هڪ ٻئي کي قبول ڪريو ٿا يا نه؟" جڏهن هنن ٻنهي قبوليت ڏني، تڏهن ڪين قاعدي موجب زال مڙس ظاهر ڪيائين. فاتح پڙهي، دعا گهري، هڪ مولين جي مالها وتي، قاضي صاحب گهر روانو ٿيو.

جهانگير هڪدم اٿي ڪڙو ٿيو، ۽ مهرالنسا کي ڀاڪر ۾ جهلي سندس پيشاني، اکيون، ڳل ۽ چپ بار بار چمڻ لڳو. مسين هنجي قتيل دل لي تازو ٿيو هو ۽ سندس اساٿيل روح کي آب حيات نصيب ٿيو هو. هڪ ٻئي جي محبت ۾ مهو تي ويا ۽ ٻنهي جي دلين پيار جو پساه پٽي ڪنيون.

جهانگير نهايت خوشيءَ ۾ اچي چيو ته "اج عيد جي چنڊ منهنجي آسمان ۾ چمڪاٽ ڪيو آهي، ۽ منهنجو روزو پورو ٿيو آهي."

مهرالنسا چيو ته "يوسف جو گم ٿي ويو هو سو وري ڪنعان ۾ آيو آهي. هاڻ اسين پيار ۽ خوشيءَ جي اٿاه درياه مان هودم پياليون ڀو ڪري پيا پيئنداسون."

جهانگير چيو ته "جيڪڏهن سالڪن کي سڌ هجي ها، ته معشوق جي مشڪي زلفن ۾ ڪهڙي نه فرحت ۽ لذت آهي، ته هو جيڪو بهشت جي

اچائي ڳولا ڦولها ڇڏي، هاڻوڪيءَ خوشيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ مستانا ٿي پيون ها."

مهرالنسا پڻ پڻ ڪري چيو ته "منهنجا سچا! منهنجا سرتاج!" پوءِ جهانگير ڏاڍيءَ اڪير سان نيڻ کڻي نهاريائين، ۽ ڪجهه پڇڻ بنان صاف ڪنول جي گل جيان هنجهي گلي لي ڪري پيئي.

شاديءَ جي خبر هند هند پکڙجي ويئي. ٻئي ڏينهن صبوح جو دربار عام ۾ مجلس جي تياري ڪئي ويئي. سنگمرمر جا فرش سرهن پاڻين سان ڌوتا ويا، ۽ مٿن گلم ۽ غاليچا وڇايا ويا. دسترخانن تي طرح طرح جا ميوا مٺايون ۽ پڪوان رکجي ويا. ڏاڍيا ڳاتا ۽ راڳ روپ لڳي ويا. سينڌرن خوبصورت ڇوڪرين مٺيءَ للڪار سان سهرا پئي ڳايا. جهانگير جو مڙهن ٽڙي پيو هو، ۽ اهڙ خوشيءَ ۾ اچي ويو هو. ساري سلطنت جا هن جي هٿ ۾ هئي، تنهن مان به ڪڏهن هڪي اهڙي فرحت ۽ مزو حاصل نه ٿيو هو، جهڙو اڄ.

هاڻ معشوق ڪان ٻل به پاسي ٿيڻ جي سمورلي ساري لٿي سگهيو، سو انهن جي پرسان هڪ پردو ٽنگائي، مهرالنسا کي هميشه پنهنجي اوڏو وهارڻ لڳو.

مٿس 'نور محل'، يعني 'محلات جي روشنائي' جو لقب ڏنائين ۽ انھيءَ موقع جي ملھائڻ لاءِ ڪجھ ڏينھن خوب محلسون ڪيائين.

جھانگير جنھنکي اھڙو بي بھا موتي ھٿ اچي ويو ھو، تنھن بادشاھيءَ کي ڪجھ ڪري ئي سمجھيو. رفته رفته نور محل سلطنت جي ڪاروبار پنھن جي قبضي ۾ آڻيندي ويئي، تان جو سچو پچو بادشاه ئي پاڻ بڻجي پيئي ۽ جھانگير کي راڄائيءَ جو رڳو نالو وڃي رھيو. ھو فقط تخت تي سندس پھر ۾ چپن کي چنو لڳايو ويٺو ھوندو ھو، ۽ انھيءَ ۾ ئي راضي ھوندو ھو ته، نورمحل جو مبارڪ سايو مون مٿي ھردم قائم ھجي. خود پنھنجيءَ زبان سان بار بار چوندو ھو ته "مون پنھن جي سلطنت نورمحل مٿان گھوري ڇڏي آھي. منھنجي واسطي ماڻيءَ جو پور، شراب جو پيالو ۽ محبوب جي مورت ئي ڪافي آھن."

ٿورن سالن گذرڻ بعد نورمحل جو لقب ڦيرائي 'نور جھان'، يعني 'دنيا جي روشنائي' رکيو ويو. تحقيق، جھانگير جي نظر ۾ نورجھان ئي جھان جو نور ھئي. جھانگير شڪار تي ويندو ھو، ته به نورجھان

ساڻس همرڪاب هوندي هئي. هوءَ به شڪار ڪرڻ ۾ پڙ هوندي هئي. هڪ لڳا ڪي سر چار چيتا بندوق سان ماريائين. ڪنڌ ڪڍڻ جي ڳالهه ۾ ماهر هئي، ۽ اڪثر نور جهان جهانگير کان گوءِ کڻي ويندي هئي. سندس شعر عاشقانه آهي، ۽ انهيءَ وقت جي ڪري ڀڳائو. عبارت ڪٿي فصيح ته ڪٿي بليغ، پر اڪثر ڪري نهايت سليس ۽ صاف آهي. لطيف ۽ نازڪ خيالن جي ڪمي ڪانهي.

ملڪ مسعود جي پيشين گوئيءَ موجب نور جهان جو حڪم ملڪان ملڪ هلڻ لڳو. ذات پات جو خيال لاهي، سڀڪنهن سان هڪجهڙو انصاف ڪندي هئي ۽ رعيت جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ جو خيال سدائين سندس هردي ۾ پيو وسندو هو. هزارها نوان کوهه کوٽايائين، سوين مسافرخانا ٺهرايائين ۽ ساري ملڪ کي امن ۽ امان ۾ رکيائين. جهانگير کي سڌاري، عدل ۽ انصاف جي راه تي آندائين. ڳالهه تا ڪن ته ڪو غريب شخص هڪڙي ڏينهن سوني زنجير وارو گهنڊ وڄائي گم ٿي ويو. جهانگير ڪامورن کي سخت تاڪيد ڪيو ته ”انهيءَ ستم جي ستايل جي تلاش ڪري، هڪدم دربار ۾ جلد حاضر ڪريو. جيستائين هو داد رسيد

نه ڏيندو نه ڏيستائين مونکي ماني پاڻي حرام آهي.“

اِهي ڏينهن به اهو ساڳيو شخص گهنڊ وڄائڻ لئي
هو، پر ڪامورن جي نظر مٿس اوچتو چڙهي ويئي،
سو کيس پڪڙي آڻي دربار ۾ حاضر ڪيائون. پڇا ڳاڇا
بعد معلوم ٿيو ته هڪڙي امير هن غريب جي شوهر ۾ هٿ
وجهڻ جي سٽ سٽي هئي؛ ۽ هو روز سندس گهر
زوران زوريءَ لنگهي وڃي هنکي ڏڙڪو تاب ڪندو
هو ته ” جي منهنجي ڳالهه قبول نه ڪندين ته جيئري
کل لهرائيندو سانءِ.“

جهانگير هيءَ ڳالهه ٻڌي، ترار هٿ ۾ کڻي فريادي‌ءَ
سان گڏجي سندس گهر روانو ٿيو. اتي اهو امير به
اُن وقت حاضر هو. جهانگير فرمايو ته ” بتي گل
ڪري ڇڏ.“ پوءِ ترار کپ مان ڪڍي، هڪدم امير
جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيائين. پوءِ حڪم
ڪيائين ته بتي ٻاري وڃي. جڏهن روشنائي ٿي،
تڏهن امير جي شڪل ڇتائي ڏسي، اکين مان
ڳوڙها ڳاڙڻ لڳو. پر اتي جو اتي مرڪي ڏنائين ۽
سجدو ڪري خدا جا شڪرانا ڪيائين؛ ۽ فريادي‌ءَ کي
حڪم ڪيائين ته ” گهر ۾ ڪو مانيءَ جو ٻور هجي
ته کڻي آءِ.“ هو هڪدم سڪل روٽيءَ جو ٽڪر کڻي

آيو جو جهانگير ڏاڍي ذوق شوق سان کاڌو. هيءَ
حال ڏسي، فريادي عرض ڪيو تہ ”زبان
کي طاقت نہ آهي جو حضور جن جي لطف ۽ عنايت
جي جوڳي شڪرگذاري ڪري سگهي. مگر هيءَ
جهڙي وهنوار واپريو آهي، سو مون ڪم فهم جي سمجهہ
کان ٻاهر آهي.“

جهانگير جواب ڏنو تہ ”مونکي يقين هو تہ منهن
جي راڄ ۾، سواءِ منهنجي پٽن جي، ڪنهنکي بہ اهڙي
نالائقيءَ جهڙي ڪم ڪرڻ جي بلڪل جرئت نہ ٿيندي.
دل ۾ خيال ڪيم تہ جيڪڏهن روشني هوندي، تہ
هن جي شڪل ڏسي، بي همت ٿي پوندس ۽ ڪيس
سندس بد افعالن جي سزا ڏيڻ کان لٽائيندس. تنهن
ڪري لوڪي چيم تہ بتي وسائي ڇڏ. ڳوڙها جي ڳاڙيم،
تنهنجو سبب هيءَ هو جو انهيءَ امير لاءِ مونکي دل
۾ ڏاڍي عزت ۽ قرب هو، ۽ مونکي نهايت افسوس
ٿيو جو هنجو موت منهنجي هٿان ٿيو. مشڪم انهيءَ
ڪري جو خوشي ٿيم تہ منهنجو ڪو بہ پٽ اهڙي
ڪڏي ڪم ۾ گرفتار نہ آهي. سجدي ڪرڻ جو
سبب هيءَ هو تہ مون خاڪسار جي هٿان اهڙو انصاف
۽ عدالت جو ڪم ٿيو ۽ تنهنجي سڪل ماني اشتها

سان اٿيءَ ڪري ڪاڏيو، جو جڏهن ڏينهن تو گهڻيو
وڃايو هو، انهن ڏينهن کان وٺي مون قول ڪيو هو ته
جيستائين توکي داد نه رسائيندس، تيستائين مون کي
ماني پاڻي حرام آهي.“

باقي حياتيءَ جا ڏينهن محبت ۽ ميناج ۾ گذاريائون.
هڪ دفعو سو هڪ ٻئي کان دم ساعت دور ٿيا ۽ سو
هن ڪري جو محبت خان باغي ٿيو هو ۽ جهانگير کي
نظر بند ڪيو هوائين. پر نور جهان وڏو لشڪر ساڻ ڪري
هن تي حملو ڪيو، ۽ جلد ئي پنهن جي پياري مڙس
کي آزاد ڪيائين.

پر چرندا آهن نه چاڙهين پنيان لاهيون، لاهين
پنيان چاڙهيون. وقت هڪ زبردست شاهه آهي. سندس
ڏند سڀني کي ڏٺو آهي. اهڪ بادشاهتون، اهڪ
راجائون ڪال روپي بحر ۾ غرق ٿي ويون. هيءَ سڀ
جهان فاني آهي. هرڪو هليو ويندو، ڪوئي هت نه
رهندو. جهانگير به دنيا مان گذر ڪري ويو. جٿي
هن پنهنجيءَ زال جي هنج ۾ ساهه ٿي ڏنو، ٿٿن هنجي
دليوي ڪنل تي هميشه جي لاءِ پردو ڪري ٿيو. سندس
دور بہ گل جي دور جيان جٽن ڏينهن جو چلڪو
هو. سارو چوڌو ٿوي ويو. هڪ ڪن ۾ نور جهان عرش،

ٽان لوءِ اچي فرش تي پيئي. شاهه جهان راڄ ڌڻي ٿيو، ۽ نور جهان کي لاهور ۾ شاهي محلات ۾ ڪي ڪمرا رهڻ لاءِ ڏنائين، جي پڻ ته جهانگير جي مقبري جي ويجهو رهي.

اهو مقبرو لاهور کان ٻه ڪوهه پري اتر پاسي آهي، ۽ شهدري جي نالي سان سڏجي ٿو. عمارت ڪشادي ۽ عاليشان اٿس. چوڌاري چار منارا اٿس، جن مٿان صاف برف جهڙي سنگمرمر جا گنبد آهن. اندر پٿرن تي نهايت سهڻو چٽسالي جو ڪم ٿيل آهي. وچ ۾ جهانگير جي تربت آهي. مقبري جي ڪشادن ايوانن ۾ ڏگها نزاڪت دار وڻ، جهڙوڪ انب، سرو ۽ شمشاد ۽ طرح طرح جا گل ٻوٽا، جهڙوڪ گلاب، موتيو ۽ چنبيلي ۽ ياسمين نسرين خوشبودار ٻوٽا، جهڙوڪ ضيمران، ريحان ۽ نازبو ٽڙيا پيا آهن.

نور جهان به پنهنجي پيار جي تربت جي پڙ ۾ گهڙي ساعت گذاري، ڪومايل گل جيان باقي رهيو ڪجهه سڳند ڇڏي، هميشه لاءِ هن جهان کي تياڳ ڪيو. هوءَ جا جيڪر جهانگير جي هٿن ۾ سرهي ٿئي ها ته مٿس تاج محل کان به وڌيڪ سهڻو ۽ شاندار مقبرو اڏايو وڃي ها، سا پنهنجي مڙس کان ٿورا قدم پري هيڪائيءَ

زمين تي هڪ نهايت ساديءَ ۽ سوڙهيءَ نموني ۾ دفن ڪئي ويئي. لحد جا اصل پڪ سري ٺهيل هئي، سا هاڻ ڍهي زبون ٿي ويئي آهي. اندر اونداهي لڳي پيئي آهي. اوبعت ڦٽي ويئي آهي، ۽ مٿانئس ڪو نالو نشان به اڪويل نه آهي. نور جهان کي احقيق نبين جيان الهام اچي ويو هو، جڏهن پنهنجي هڪ شعر ۾ چيو هئائين ته:—

”مون آياڳڻ جي قبر تي، جوت ناهي نا ڪ گل ٻڌل ۽
”نا جلي اُس ۾ پتنگ جو، نا ڪري اُس لاءِ بلبل.“

## ورسٽي سنڌي پبليڪيشنس، طرفان شايع ٿيل بهترين شاهڪاري ادبي ڪتاب

# فهرست



ملڻ جو هنڌ :

١- **اديبات**، اسپتال روڊ، حيدرآباد.

٢- **مڪتبہ اسحاقيہ**، جوونا مارڪيٽ، ڪراچي.

يا

سيڪريٽري، ورسٽي سنڌي پبليڪيشنس، سنڌي شعبو ڪراچي يونيورسٽي کان گهرائي سگهجن ٿا.



ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي ۸ مارچ ۱۸۸۴ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. ڊي-جي- سنڌ ڪاليج مان ۱۹۰۵ع ۾ بي- اي- ۽ ولسن ڪاليج ممبئي مان ۱۹۰۷ع ۾ ايم-اي- پاس ڪيائين لنڊن يونيورسٽي ۾ "انگريزي شاعري ۾ تصوف" جي موضوع تي مقالو لکيائين، جنهن تي کيس پي-ايڇ-ڊي جي ڊگري ڏني وئي. ۱۹۰۸ع ۾ ڊي-جي سنڌ ڪاليج ۾ پروفيسر جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب ۱۱ فيبروري ۱۹۴۷ع ۾ وفات ڪئي. ان وقت پاڻ ڊي-جي ڪاليج جو پرنسپال هو.

انجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي کي سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ گهڻو چاهه هو. پاڻ هڪ اعليٰ اديب هو جنهنڪري سندس تصنيفون ٿوريون آهن. پر موضوع ۽ تحقيق جي لحاظ کان سنڌي ادب جو اهم ترين سرمايو آهن.

سندس تصنيفن ۾ ۱- شاهه جو رسالو (ٽي جلد) ۲- مقدمه لطيفي ۳- روح رهاڻ ۴- نورجهان ۵- لنواريءَ جا لعل شامل آهن.

ڊاڪٽر صاحب جو هي ناول، سنڌي تاريخي ناول نگاريءَ ۾ اهم حيثيت رکي ٿو.

اياز حسين قادري



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

**اڻ ڇپيل ڪتاب**

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

